# حضرت امير معاويه ﷜

## (شخصيت، ڪردار ۽ ڪارناما)

حضرت مولانا مفتي محمود اشرف عثماني صاحب
استاد جامعه دارالعلوم ڪراچي

پروفيسر عبدالرحمٰن جتوئي

ناشر
مڪتبه براء بن مالڪ، صديقي ڪالوني لاڙڪاڻو، سنڌ
03322775152--03068249007

ڪتاب جو نالو: حضرت امير معاويہ رضي الله عنه
(شخصيت، ڪردار ۽ ڪارناما)
مصنف جو نالو: حضرت مولانا مفتي محمود اشرف عثماني صاحب
مترجم جو نالو: پروفيسر عبد الرحمان جتوئي
سال اشاعت: 2018ع
ڇاپو: پھريون
تعداد: 1100
ڪمپوزنگ: بختيار احمد پتو۔ 0300_3511071
پبلشر: مڪتبہ براء بن مالڪ، صديقي ڪالوني لاڙڪاڻو
قيمت:

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

- مولانا عطاء الله عباسي، قديمي مدرسہ لاڙڪاڻو
- مولانا نور الله، مدرسہ عربيہ ميرو خان
- مڪتبہ براء بن مالڪ لاڙڪاڻو
- مڪتبہ اصلاح و تبليغ حيدرآباد
- مولانا ڪفايت الله، جامعہ حماديہ ٽنڊو ڄام
- مولانا عبدالخالق هوت. نواب شاهہ
- مولانا فاروق احمد خشڪ، قمبر
- مولوي عبيد الرحمٰن عباسي سنڌ يونيورسٽي ڪالوني، ڄام شورو
- مولانا مسرور احمد سومرو، حيدرآباد
- مولانا اسد الله ناريجو، رپڙي
- مولانا عبدالحميد پھوڙ، سکر
- مولانا سعيد احمد لنڊ، شڪارپور
- مولانا محمود احمد ڪورائي، دوڙ
- صديق حيدر ڪتاب گھر شڪارپور
- مولانا عبدالمنان سولنگي، خيرپور
- مولانا زبير احمد سومرو، گمبٽ
- مولانا صفوان احمد ميمڻ، پريالوء
- مولانا بشير احمد بلوچ، ڪشمور
- مولانا عبدالقدوس لاکو، سکر
- مولانا قائم الدين سونڊڙو، رتوديرو
- مولانا احسان الله پيو، ٽيڙهي
- مولانا عبدالمالڪ پانيڻ، ٺري ميرواهہ
- مولانا شفيق احمد، گھوٽڪي
- مولوي عمر فاروق پرڙو، ڄام شورو

# فهرست مضامين

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# عرض حال

رسول الله ﷺ جا جيڪي مشهور اصحابي ٿي گذريا آهن، انهن ۾ حضرت معاويہ ﷛ بہ هڪ آهي. حديث ۽ سيرت جي ڪتابن ۾ حضرت معاويہ ﷛ جا وڏا فضائل بيان ٿيل آهن. حضرت معاويہ ﷛، حضور اڪرم ﷺ جي هڪ حرم پاڪ ام المؤمنين حضرت بي بي ام حبيبہ ﷞ جو ڀاءُ هيو، ان لحاظ کان حضرت معاويہ ﷛ سائين جن جو سالو ٿئي. جيڪي صحابہ وحي الاهي لکندا هئا، انهن کي ”ڪاتب الوحي“ ڪوٺيو ويندو آهي. انهن جو تعداد تقريبًا 40 آهي. انهن ۾ سڀ کان وڏيڪ مشهور ڪاتب الوحي حضرت زيد بن ثابت انصاري ﷛ آهي ۽ ان کان پوءِ ٻيو نمبر حضرت معاويہ ﷛ جو آهي. اها هڪ تمام وڏي فضيلت آهي، جيڪا حضرت معاويہ ﷛ کي حاصل آهي. ان کان علاوه ﷛، پيغمبر پاڪ ﷺ جا خط ۽ فرمان بہ ڪتابت ڪندو هو. حضرت معاويہ ﷛ ۽ سندس خاندان شام واري محاذ تي جهاد ۾ تمام گهڻو ڀرپور ورتو هيو. ازانسواءِ حضرت معاويہ ﷛ وڏو عالم، فاضل، فقيهہ، سياسي مدبر ۽ اعليٰ درجي جو منتظم (Administrator) پڻ هيو. هو اٽڪل ويهہ سال شام ۽ ان سان ملحق علائقن جو گورنر ۽ ويهہ سال سڄي اسلامي سلطنت جو خليفو ٿي رهيو. حضرت معاويہ ﷛ واحد صحابي هيو، جنهن ايتري فرمان روائي ڪئي هئي. سندس دور حڪومت (گورنري توڙي خلافت) ۾ تمام گهڻا ترقياتي، فلاحي ۽ رفاهي ڪم ٿيا ۽ ساري اسلامي قلمرو ۾ رعيت پُر امن، خوشحال ۽ فارغ البال هئي. سندس حڪمراني دوران ڪابہ بد نظمي، بد انتظامي ۽ بغاوت نہ ٿي. ملڪ تي سندس مڪمل ڪنٽرول

۽ ضابطو هيو. سندس فرمان روائي واري وقت ۾ روم ۽ يونان جا ڪيترا ئي ٻيٽ فتح ٿي اسلامي سلطنت جو حصو بڻيا. انهن ۾ سڀ کان وڏو زرخيز ۽ سرسبز ٻيٽ قبرص هيو. حضرت معاويہ ﷛ پهريون مسلمان حڪمران آهي، جنهن پهريون بحري ٻيڙو تيار ڪري، سڀ کان اول ساموندي جهاد ڪيو.

حضرت معاويہ ﷛ جي ان ساموندي مهم (جهاد) جي حمايت وڏن وڏن اڪابر صحابين مثلاً حضرت ابوذر غفاري، حضرت مقداد، حضرت ابودرداء، حضرت شداد بن اوس ۽ حضرت عباده بن صامت ﷞ جن ڪئي ۽ اهي پڻ ان فوج ۾ شامل ٿيا. انهن اصحابين آڏو حضور اڪرم ﷺ جي هڪ حديث هئي جيڪا هن طرح آهي:

عَنْ أُمِّ حَرَامِ بِنْتِ مِلْحَانَ قَالَ: قَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ: «أَوَّلُ جَيْشٍ مِنْ أُمَّتِيْ يَغْزُوْنَ الْبَحْرَ قَدْ أَوْجَبُوْا».

ترجمو: حضرت بي بي ام حرام بنت ملحان ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: ”منهنجي امت جو پهريون لشڪر جيڪو سمنڊ ۾ جنگ ڪندو، انهن لاءِ جنت واجب ٿي ويندي.“

(بخاري شريف جلد اول ص409_410)

حضرت معاويہ ﷛ پاڻ بہ ان لشڪر ۾ شامل هو. رسول ڪريم ﷺ جن صحابين کي خصوصي دعائون ڏنيون. حضرت معاويہ ﷛ بہ انهن ۾ شامل آهي. ان کان علاوه حضرت معاويہ ﷛ جون ٻيون بہ بي شمار فضيلتون آهن، جيڪي حديث ۽ ٻين سيرت جي ڪتابن تان پڙهي سگهجن ٿيون. اختصار کان ڪم وٺندي هتي رڳو هڪ حديث تي ڪفايت ڪجي ٿي:

عن حسن بن على دخل معاوية على النبى ﷺ وعنده ام حبيبة

وكانت الى جانب النبى ﷺ فلما رآها رجع فقال النبى ﷺ يا معاوية! ارجع فرجع فقعد معهم. فقال له النبى ﷺ والله انى لارجو ان اكون انا وانت وهٰذه فى الجنة تدير الكاس بيننا."

(تاريخ ابن عساكر، تاريخ مدينة الدمشق)

ترجمو: حضرت حسن بن علي ﷠ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن امير معاويہ ﷛ پنهنجي ڀيڻ حضرت بي بي ام حبيبہ ﷞ جي گهر آيو ۽ هوءَ نبي ڪريم ﷺ سان گڏ ويٺي هئي. جڏهن حضرت معاويہ ﷛ انهن کي گڏ ڏسي واپس موٽڻ لڳو تہ پيغمبر پاڪ ﷺ کيس فرمايو تہ معاويہ! موٽي اچ تہ هو واپس موٽي انهن سان گڏ ويهي رهيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو: اي معاويہ! مون کي اميد آهي تہ مان، تون ۽ هيءَ (يعني ام حبيبہ) جنت ۾ گڏ هونداسين ۽ اسان جي وچ ۾ (شرابًا طهورا جو) جام گردش ڪندو.

نهايت افسوس ۽ ارمان سان ان ڳالهہ جو اظهار ٿو ڪرڻو پوي تہ اهڙي پلاري ۽ بزرگ اصحابي متعلق مخالفن تمام وڏي پيماني تي پلاننگ تحت منفي پروپيگنڊا ڪري، حضرت معاويہ ﷛ جي فضائل، ديني خدمات ۽ روشن ڪارنامن مٿان وڏا تهہ چاڙهي انهن کي ڍڪي ڇڏيو آهي. مخالف تہ هونءَ ئي مخالف هوندا آهن، پر ان پروپيگنڊا کان اسان جا ڪيترا ئي پنهنجا بہ شڪ شبهن ۽ غلط فهمين جو شڪار ٿي ويا آهن ۽ ڪيترن ئي اهل سنت وارن جون دليون حضرت معاويہ ﷛ متعلق صاف نہ آهن. سنڌي ٻولي ۾ حضرت معاويہ ﷛ جي عظيم شخصيت متعلق ڪو اهڙو ڪتاب مارڪيٽ ۾ دستياب نہ هو. وقت جي ان اهم تقاضا کي مدنظر رکندي اسان جي نوجوان دوست محترم مولانا عبدالباسط آرائين صاحب (خواهر زاده

شهيد ڊاڪٽر خالد محمود سومرو رح مون کي هڪ مختصر اردو ڪتاب نالي:

حضرت معاویہ ﷛

(شخصیت، کردار اور کارنامے)

تالیف

مولانا محمود اشرف عثمانی

سنڌيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ لاءِ ڏنو. مان ان ڪم کي پنهنجي لاءِ سعادت ۽ آخرت جي نجات جو ذريعو سمجهندي بنا ڪنهن دير جي هائوڪار ڪئي. ڪتاب ڇا آهي؟ سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو ويو آهي. حضرت معاويہ ﷛ جي فضائل، ديني خدمات ۽ روشن ڪارنامن کي نهايت ئي تفصيل سان کولي کولي بيان ڪيو ويو آهي. سندس شخصيت جو ڪوبہ پهلو، ڪوبہ گوشو تشنہ نہ ڇڏيو ويو آهي.

آخر ۾ مان مولانا عبدالباسط آرائين صاحب جو نهايت مشڪور ۽ ممنون آهيان، جنهن مون کي هن سعادت واري ڪم ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. ان کان علاوه مولانا صاحب هن ڪتاب کي پنهنجي مڪتبہ طرفان ديده زيب نموني شايع پڻ ڪيو. الله تعاليٰ کيس ان جو سهڻو اجر عطا ڪري. (آمين)

دين جو ادنيٰ خادم

پروفيسر عبدالرحمان جتوئي

شڪارپور

22_03_2017

# پيش لفظ ناشر پاران

نحمده ونصلي علیٰ رسوله الكريم. اما بعد!

الحمد لله تعاليٰ اسان جو ادارو "مڪتبه براء بن مالڪ لاڙڪاڻو" پنهنجي شفيق استاد حضرت مولانا مفتي محمود اشرف عثماني صاحب زيد مجده جي مشهور ڪتاب "*حضرت امیر معاویہ: شخصیت، کردار اور کارنامے*" جو سنڌي ترجمو ڇپرائڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهي.

استاد صاحب هن ڪتاب ۾ امير معاويه ﷛ جو شان، مقام ۽ حالات انتهائي ذمہ داري سان تاريخي ۽ تحقيقي انداز ۾ لکيا آهن جو هڪ حقيقت پسند انسان جي رهنمائي لاءِ هي ڪتاب ئي ڪافي آهي.

ترجمو اسان جي برک ليکڪ ۽ محقق پروفيسر عبدالرحمان جتوئي صاحب زيد مجده ڪيو آهي. سنڌي ادب ۽ لکڻي ۾ سندن جو نالو ۽ ڪارناما بنيادي حيثيت رکن ٿا ۽ الحمد لله تعاليٰ هن وڏي عمر ۾ بہ سندن جي ديني خدمت ۽ حميت قابلِ رشڪ آهي. فجزاهم الله تعاليٰ احسن الجزاء.

ڏسو! قرآن ۽ سنت مان صاف ظاهر آهي تہ صحابہ ڪرام ﷛ جي شرف، مقام ۽ فضيلت ۾ تفاوت ضرور آهي، پر درجن جي فرق جو اهو مطلب ناهي تہ ڪو صحابي سڳورو ايمان ۽ اخلاق جي لحاظ کان ويل آهي ۽ انهن تي تنقيد ڪئي وڃي. حضور ﷺ تہ سڀ صحابين لاءِ فرمايو آهي: لَا تَسُبُّوْا اَصْحَابِيْ. منهنجي ڪنهن بہ صحابي کي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو. (بخاري شريف)

هتي شيخ الاسلام استاد حضرت مولانا مفتي محمد تقي عثماني زيد مجده جي ”فتاويٰ عثماني“ مان اقتباس پيش ڪرڻ مناسب آهي. لکن ٿا: ”اهل السنة والجماعة وٽ جن ڳالهين جي ڪري صحابہ ڪرام ﷛ جي شان ۾ گستاخي يا الزامات ثابت ڪرڻ لاءِ جن تاريخي روايتن کي بنياد بڻايو ويو آهي، انهن کي بنياد بڻائڻ صحيح ناهي، ڇوته تن ۾ ايڏو تضاد آهي جو انهن مان صحيح واقعن جو معلوم ڪرڻ تمام مشڪل آهي ۽ جن ڪتابن جا حوالا ڏنا ويندا آهن، انهن ۾ سخت بي احتياطي کان ڪم ورتو ويو آهي. خاص ڪري حضرت امير معاويہ ﷛ جي باري ۾ جيڪو نظريو پيش ڪيو ويندو آهي، سو اهل السنة والجماعة ۽ تاريخي حقيقتن جي خلاف آهي. اهي الزامات غلط سلط ۽ هٿ راڌو روايتن تي مبني آهن. اگر صحيح روايتن تي پروسو ڪري امير معاويہ ﷛ جي سيرت جو مطالعو ڪيو وڃي ته صورتحال بلڪل مختلف ٿي ويندي.

تنهن ڪري انهن روايتن جي ڪري صحابہ ڪرام ﷛جي حق ۾ بدگماني ڪرڻ عقلمندي جي خلاف آهي. انهن جو معاملو انهن تائين رکجي ۽ سندن جي عزت، عظمت دل ۾ رکڻ گهرجي. تِلْكَ اُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ ۚ بئي جاءِ تي لکن ٿا: اهڙي طرح مشاجرات صحابہ (جن معاملن ۾ ڪجهہ صحابہ ڪرام ﷛ جو پاڻ ۾ اختلافِ راءِ هو) جي تحقيق ۾ پوڻ صحيح ناهي. ان ۾ خاموشي اختيار ڪئي وڃي. هي ڪو تاريخي حقائق کان فرار ناهي، بلڪ تاريخي روايتن جي پرک هرهڪ جو ڪم ناهي. ڇوته جيڪو ماڻهو جرح ۽ تعديل جي اصولن کان ناواقفيت جي ڪري انهن روايتن کي پڙهندو، سو هرگز ڪنهن صحيح نتيجي تي پهچي نہ سگهندو ۽ صحيح روايتن ۾ مشاجرات صحابہ﷛

سان لاڳاپيل جيڪو مواد آيو آهي، ان کي سامنهن رکي اهل السنة والجماعة جي مرڪزي عالمن متفقه طور تي هي عقيدو اختيار ڪيو آهي ته اگرچه صفين ۽ جمل جهڙين جنگين ۾ حق حضرت علي ﷛ سان هيو، پر ان جي مقابلي ۾ حضرت بي بي عائشه، طلحه، زبير ۽ حضرت معاويه ﷺ جو مؤقف به سراسر بي بنياد نه هو. هنن وٽ به شرعي دليل موجود هئا ۽ انهن کان جيڪا غلطي صادر ٿي، اها صرف اجتهادي قسم جي هئي. والله اعلم بالصواب

عبدالباسط لاڙڪاڻوي

استاد الحديث

جامعه اسلاميه لاڙڪاڻو

10 ربيع الاول 1439هه

29 نومبر 2017ع

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# سيرت حضرت امير معاويہ ﷛

جليل القدر اصحابي حضرت امير معاويہ ﷛ اسلامي دنيا جي انهن چند آڳرين تي ڳڻڻ جيترين شخصيتن مان هڪ آهي، جنهن جي احسانن ڪي هيءَ مسلم امت وساري نہ ٿي سگهي. حضرت معاويہ ﷛ انهن چند وڏن اصحابين ۾ شامل آهي، جن کي حضور اڪرم ﷺ جي خدمت ۾ لڳاتار حاضري ۽ الله پاڪ طرفان نازل ٿيل وحي (قرآن شريف) کي لکڻ جو شرف حاصل ٿيو.

حضرت معاويہ ﷛ مسلم دنيا جي اها مظلوم شخصيت آهي، جنهن جي خوبين، ذاتي وصفن ۽ ڪمال کي نہ صرف نظرانداز ڪيو ويو آهي، بلڪ انهن کي لڪائڻ جون مسلسل ڪوششون ڪيون ويون آهن. هن پلاري مثان غلط ۽ بي بنياد الزام لڳايا ويا ۽ سندس لاءِ اهڙيون ڳالهيون گهڙي پکيڙيون ويون، جن جو پيغمبر پاڪ ﷺ جي صحابيءَ کي تہ ڇڏيو پر ڪنهن عام مسلمان ڪان ٿيڻ بہ مشڪل آهي.

حضرت امير معاويہ ﷛ جي خلاف جنهن زور شور سان غلط پروپيگنڊا جو طوفان ڪڙو ڪيو ويو آهي، ان ڪري سندس اهو سهڻو ڪردار بلڪل غائب ٿي ويو آهي، جيڪو حضور پاڪ ﷺ جي صحبت جي فيض پيدا ڪيو هو. ان پروپيگنڊا جو نتيجو هي نڪتو تہ اڄ دنيا حضرت معاويہ ﷛ کي صرف ”جنگ صفين“ جي سپهہ سالار جي حيثيت سان ڄاڻي ٿي، جيڪو شام مان وڏو لشڪر ساڻ ڪري حضرت علي ﷛ سان لڙائي ڪرڻ لاءِ آيو هو. ليڪن اهو حضرت معاويہ ﷛، جيڪو حضور انور ﷺ کي ڏاڍو پيارو هو، جنهن ڪيترن سالن تائين ”وحي الاهي“ جي ڪتابت (لکڻ) جا نازڪ

فرائض سرانجام ڏنا هئا، جنهن ڪي حضور اڪرم ﷺ ڪيترا ئي دفعا علم، عمل ۽ ايمان جي برڪت لاءِ دعائون ڏنيون، جنهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جهڙي اعليٰ مدبر خليفي جي زماني ۾ پنهنجي قائدانه صلاحيت جو ڏاڪو ڄمايو، جنهن تاريخ ۾ سڀ کان اول ”ساموندي ٻيڙو“ تيار ڪري اسلامي فوج جي بحري قوت کي طاقتور ۽ مضبوط ڪيو، جنهن پنهنجي عمر جو بهترين حصو رومي عيسائين جي خلاف جهاد ۾ گذاريو ۽ هر دفعي انهن کي شڪست فاش ڏنائين. اڄ دنيا سندس انهن عظيم ڪارنامن کي فراموش ڪري چڪي آهي. ماڻهو اهو نه ڄاڻن ٿا ته حضرت معاويه رضي الله عنه، جنهن جي وقت جي خليفي حضرت علي ڪرم الله وجهه سان جنگ ٿي هئي، ليڪن قبرص، روڊس، سسلي ۽ سوڊان جهڙا اهم بيٽ ۽ ملڪ ڪنهن فتح ڪيا هئا؟ سالن جا سال مسلم امت جي پاڻ ۾ اختلاف کان پوءِ ”عالمِ اسلام“ کي نئين سري سان هڪ جهنڊي هيٺان ڪنهن جمع ڪيو؟ جهاد جو فرض جيڪو تقريبًا متروڪ (ڇڏجي) ٿي چڪو هو، ان کي نئين سر ڪنهن زنده ڪيو؟ پنهنجي دور حڪومت ۾ نون حالتن مطابق شجاعت ۽ بهادري، علم ۽ عمل، حلم ۽ بردباري، امانت ۽ ديانت ۽ نظم ونسق جا بهترين مثال ڪنهن قائم ڪيا؟ هي سموريون ڳالهيون اهي آهن، جيڪي منفي پروپيگنڊا جي ڳوڙهن تهن جي هيٺان دٻجي ۽ ڍڪجي ويون آهن. هن مختصر ۽ ننڍي ڪتاب ۾ حضرت معاويه رضي الله عنه جي زندگي جي انهن شاندار تاريخي ڪارنامن کي ظاهر ۽ اجاگر ڪرڻ مقصود آهي. هي امير معاويه رضي الله عنه جي مڪمل سيرت نه آهي، بلڪ سندس سيرت جا اهي چند پهلو ۽ گوشا آهن، جيڪي تاريخ جي گند ڪچري واري ڍير هيٺان دٻجي اڄ نظرن کان بلڪل غائب ٿي ويا آهن ۽ ان جي مطالعي ڪرڻ سان حضرت معاويه رضي الله عنه جي ڪردار جي

اهڙي تصوير سامهون اچي ٿي، جيڪا هر لحاظ کان دلڪش ۽ پرڪشش آهي. اميد آهي تہ پڙهندڙ هن تصوير ۾ تاريخ اسلام جي ان عظيم ڪردار جي هڪ جهلڪ ڏسي سگهندا.

## شروعاتي احوال

حضرت معاويہ ﷛ جو عرب جي تمام مشهور قبيلي ”قريش“ سان تعلق آهي، جيڪو پنهنجي شرافت، سخاوت ۽ نيڪ نامي جي ڪري، سڄي عربستان ۾ امتيازي حيثيت رکندو هو. هن ئي قبيلي کي اهو شرف حاصل آهي تہ ان ۾ حضور اڪرم ﷛ جن نبوت جي اعليٰ ترين منصب تي فائز ٿيا. قريش قبيلي مان وري نامور خاندان ”بنو اميہ“ سان سندس تعلق آهي، جيڪو حسب نسب ۽ منصب جي لحاظ کان ”بني هاشم“ کان پوءِ سڀ کان وڏيڪ معزز سمجهيو ويندو هو.

حضرت امير معاويہ ﷛ جو والد حضرت ابو سفيان ﷛ اسلام آڻڻ کان اڳ ۾ ئي پنهنجي خاندان ۾ ممتاز حيثيت جو مالڪ هو ۽ قبيلي جي معزز سردارن ۾ سندس شمار ٿيندو هو. حضرت معاويہ ﷛ ”فتح مڪي“ جي ڏينهن اسلام قبول ڪيو. سندس اسلام آڻڻ ڪري پيغمبر پاڪ ﷺ کي ڏاڍي خوشي حاصل ٿي ۽ سائين جن اعلان فرمايو تہ:

”جيڪو بہ شخص ابو سفيان جي گهر ۾ داخل ٿيندو، ان کي امن ڏنو ويندو.“

اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ حضرت ابوسفيان ﷛، حضور انور ﷺ جي خدمت ۾ رهڻ لڳو ۽ ”غزوه حنين“ ۽ ”غزوه تبوڪ“ ۾ ڀرپور شرڪت ڪئي، تانجو سن ايڪٽيهہ (31) هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

حضرت معاويہ ﷛ سندس فرزند آهي. بعثت نبويءَ کان پنج سال اڳ ۾ (يعني اٽڪل 566ع) سندس ولادت ٿي. ننڍپڻ کان ئي

سندس چهري مان جرئت مندي ۽ سرداريءَ جا آثار (نشان) نظر اچڻ لڳا. اهو ئي سبب آهي جو هڪ دفعي حضرت معاويہ ﷛ اجا ننڍو هو تہ سندس والد هن ڏانهن نهاري چوڻ لڳو تہ:

”منهنجو پٽ وڏي مٿي وارو آهي، ان ڪري هو پنهنجي قوم جو سردار بڻجڻ جي لائق آهي.“

سندس ماءُ ”هنده“ اهو ٻڌو تہ چوڻ لڳي: ”فقط پنهنجي قوم جو؟ مان ان تي روئان، جيڪڏهن هيءُ سڄي عربستان جي اڳواٽي نہ سنڀالي.“ اهڙي طرح هڪ عرب ”قيافہ شناس“ (اهو ماڻهو جيڪو ڪنهن جي چهري ڪي ڏسي سڀاڳي يا نڀاڳي هئڻ جي اندازي لڳائڻ جو علم ڄاڻي) ڪيس ٻالڪپڻ واري دور ۾ ڏٺو تہ چئي ڏنائين:

”منهنجو خيال آهي تہ هي پنهنجي قوم جو سردار ٿيندو.“

(تاريخ ابن ڪثير ص118 جلد8 شايع ٿيل مصر سن 1348هہ)

والدين سندس تربيت ڏاڍي ڌيان سان ڪئي ۽ مختلف علمن ۽ فنن سان ڪيس سينگاريو ۽ ان دور ۾ جڏهن تہ لکڻ پڙهڻ جو رواج تمام گهٽ هو ۽ عربستان تي جهالت جي ڀاڻ اونداهي ڇانيل هئي، حضرت معاويہ ﷛ جو شمار انهن چند آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن ۾ ٿيڻ لڳو جيڪي علم ۽ فن جا ماهر هئا ۽ لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. حضرت معاويہ ﷛ اسلام آڻڻ کان اڳ ۾ ”جاهليت“ واري زماني ۾ بہ اعليٰ صفتن جو مالڪ ۽ سٺن اخلاقن وارو انسان هو. مشهور عالم، فاضل ۽ تاريخ دان علامہ ابن ڪثير لکي ٿو تہ:

”وكان رئيسًا مطاعًا ذا مالٍ جزيلٍ.“

يعني: هو پنهنجي قوم جو سردار هيو. سندس حڪم جي اطاعت ڪئي ويندي هئي ۽ سندس شمار مالدار ماڻهن ۾ ٿيندو هو. (البدايه والنهايه از علامہ ابن ڪثير ص21 جلد8 مطبوعہ مصر 1439هہ)

# اسلام قبول ڪرڻ

حضرت امير معاويہ ﷺ ظاهري طرح مڪي جي فتح وقت اسلام آندو هيو، مگر حقيقت ۾ هو ان کان اڳ ۾ اسلام قبول ڪري چڪو هو ليڪن ڪن اڻ ٽر مجبورين سبب پنهنجي اسلام آڻڻ واري ڳالهہ کي ظاهر نہ ڪيو هئائين. ناميارو مؤرخ واقدي لکي ٿو تہ: ”حضرت معاويہ ﷺ صلح حديبيہ کان پوءِ سگهوئي ايمان آندو هئائين، مگر پنهنجي اسلام کي ظاهر نہ ڪري سگهيو ۽ فتح مڪي جي ڏينهن پڌرو ڪيائين. پنهنجي اسلام کي لڪائڻ ۽ فتح مڪي جي موقعي تي ان کي ظاهر ڪرڻ جو سبب حضرت معاويہ ﷺ پاڻ بيان ڪيو آهي. مشهور تاريخدان علامہ ابن سعد جو بيان آهي تہ: ”حضرت معاويہ ﷺ فرمائيندو هو تہ مون ”عمرة القضا“ کان پهريائين اسلام قبول ڪيو هو مگر مديني ڏانهن هجرت ڪري وڃڻ کان ڊڄندو هوس، ڇوتہ منهنجي والده چوندي هئي تہ جيڪڏهن تون مديني ڏانهن لڏي وئين تہ اسان ضروري خرچ پکو توکي ڏيڻ بند ڪري ڇڏينداسين.“ ان عذر ۽ ڪن ٻين مجبورين سبب حضرت معاويہ ﷺ پنهنجي والد سان گڏ سن 8 هجريءَ ۾ مڪي جي فتح واري موقعي تي پنهنجي اسلام آڻڻ جو اعلان ڪيائين. اهو ئي سبب آهي جو اسان ڏسون ٿا تہ بدر، احد، خندق ۽ حديبيہ جي موقعن تي حضرت معاويہ ﷺ ڪافرن جي طرفان شريڪ نہ ٿيو هو، جڏهن تہ هُو ان وقت جوان هيو ۽ سندس والد حضرت ابو سفيان ﷺ، قريشين جي سپهہ سالار جي حيثيت سان شريڪ ٿي رهيو هو ۽ سندس هم عمر ۽ هڪ جيڏا جوان ڏاڍي جوش ۽ خروش سان مسلمانن جي خلاف جنگين ۾ حصو وٺي رهيا هئا. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود سندس عدم شرڪت (حصو نہ وٺڻ، شريڪ نہ ٿيڻ) ظاهر ڪري ٿي تہ اسلام جي حقانيت ۽ سچائي شروع کان ئي سندس دل ۾ گهر ڪري چڪي هئي.

# پيغمبر پاڪ ﷺ سان تعلق

اسلام آڻڻ کان پوءِ حضرت معاويه ﷺ هميشه حضور اڪرم ﷺ جي خدمت ۾ گذارڻ لڳو ۽ هو ان مقدس جماعت جو هڪ رڪن هيو جن کي سيد المرسلين ﷺ وحي جي ڪتابت لاءِ مقرر فرمايو هو. تنهن ڪري جيڪا وحي پاڻ سڳورن ﷺ تي نازل ٿيندي هئي، ان کي قلمبند ڪندو هو ۽ جيڪي خط ۽ فرمان سائين جن جي دربار مان جاري ٿيندا هئا، انهن کي تحرير ڪندو هو. الله تعاليٰ جي وحي لکڻ ڪري ئي کيس "ڪاتبِ وحي" چيو ويجي ٿو. مشهور مسلمان مؤرخ علامه ابن حزم لکي ٿو ته: "مني مرسل ﷺ جي ڪاتبن مان سڀ کان وڏيڪ حضرت زيد بن ثابت ﷺ، سائين جن جي خدمت ۾ رهيو ۽ ان کان پوءِ ٻيو نمبر حضرت معاويه ﷺ جو آهي. اهي ٻئي ڀلارا ڏينهن رات پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هوندا هئا ۽ ان ڪم کان سواءِ ٻيو ڪوئي ڪم نه ڪندا هئا.

حضور اڪرم ﷺ جي زماني ۾ وحيءَ جي ڪتابت جو ڪم جيترو نازڪ هو ۽ ان لاءِ جنهن احساسِ ذميواري، امانت، ديانت ۽ علم وفهم جي ضرورت هئي، ان کي بيان ڪرڻ غير ضروري آهي. اهڙي طرح نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ مسلسل حاضري، وحي الاهي جي ڪتابت، امانت، ديانت ۽ ٻين ڪيترين ئي سٺين خصلتن ڪري پيغمبر پاڪ ﷺ ڪيترا ئي دفعا حضرت معاويه ﷺ لاءِ دعا فرمائي. حديث پاڪ جي مشهور ڪتاب "جامع ترمذي" ۾ آهي ته هڪ دفعي حضور انور ﷺ کيس دعا ڏيندي فرمايائون ته:

"اَللّٰهُمَّ اجْعَلْهُ هَادِيًا مَّهْدِيًّا وَّاهْدِ بِهٖ."

(جامع ترمذي جلد2 ص247 مطبوع ايچ ايم سعيد ڪراچي)

ترجمو: اي منهنجا الله! معاويه کي هدايت ڏيڻ وارو ۽ هدايت يافته

بناءِ ۽ هن جي ذريعي ماڻهن کي هدايت عطا ڪر.“

هڪ ٻي حديث ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ کيس دعا ڪئي ۽ فرمايائون تہ:

اللهم علم معاوية الكتاب والحساب وقه العذاب.

(ڪنز العمال جلد7 ص87)

ترجمو: اي الله! معاويہ کي حساب ڪتاب سيکار ۽ کيس دوزخ جي عذاب کان بچاءِ.

مشهور اصحابي ۽ فاتح مصر حضرت عمرو بن العاص ﷺ کان روايت آهي تہ مان (پنهنجن هنن ڪنن سان) حضور اڪرم ﷺ کي هي فرمائيندي ٻڌو تہ:

”اللهم علمه الكتاب ومكن له في البلاد وقه العذاب.“

ترجمو: اي الله! معاويہ کي ڪتاب جو علم ڏي ۽ شهرن جي حڪومت نصيب ڪر ۽ کيس عذاب کان بچاءِ.

(مجمع الزوائد جلد9 ص 356)

حضور انور ﷺ سندس امارت (حڪومت) ۽ خلافت جي پيشنگوئي پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ ئي ڏيئي ڇڏي هئي ۽ ان لاءِ دعا بہ فرمائي هئي، جيئن جو مٿي بيان ڪيل حديث مان ظاهر آهي. حضرت معاويہ ﷺ پاڻ بہ بيان ڪري ٿو تہ هڪ دفعي مان حضور اڪرم ﷺ جي لاءِ وضوءَ جو پاڻي کڻي آيس. پاڻ سڳورن ان پاڻيءَ سان وضوء فرمايو ۽ وضوء ڪرڻ کان پوءِ مون ڏانهن نهاريندي فرمايائون تہ اي معاويہ! جيڪڏهن تنهنجي حوالي حڪومت ڪئي وڃي (۽ توکي حاڪم بڻايو وڃي) تہ تون الله کان ڊڄندو رهجانءِ ۽ (ماڻهن سان) انصاف ڪجانءِ. (الاصابة از ابن حجر جلد3 ص413 مطبوع مصر)

۽ ڪن روايتن ۾ آهي تہ ان کان پوءِ پيغمبر پاڪ ﷺ فرمايو تہ:

"جيڪو شخص سنو ڪم ڪري ته ان جي طرف توجهه ڪر ۽ مهرباني ڪر ۽ جيڪو (ماڻهو) برو ڪم ڪري ته ان کي معاف ڪر." حضور انور ﷺ کان ان حديث ٻڌڻ کان پوءِ حضرت معاويه رضي الله عنه کي ذهن ۾ هميشه اهو خيال رهندو هو ته: "مون کي هن ڪم ۾ ضرور آزمايو ويندو." تنهن ڪري ائين ئي ٿيو (يعني مون کي امير بنايو ويو).

هڪ روايت ۾ آهي ته حضور اڪرم ﷺ سواريءَ تي سوار ٿيا ۽ حضرت معاويه رضي الله عنه کي پنهنجي پويان ويهاريائون. ٿوري دير کان پوءِ پاڪ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "اي معاويه ! تنهنجي جسم جو ڪهڙو حصو منهنجي جسم سان ملي رهيو آهي؟" هن عرض ڪيو ته يا رسول الله! منهنجو پيٽ (۽ سينو) اوهان جي جسم مبارڪ سان مليل آهي. اهو ٻڌي پاڪ سڳورن ﷺ کيس دعا ڏيندي فرمايو ته:

"اللهم املأه علمًا." اي الله! ان کي علم سان پري ڇڏ.

(تاريخ اسلام از حافظ ذهبي جلد2 ص319)

جڏهن حضرت معاويه رضي الله عنه جي والد (يعني حضرت ابو سفيان رضي الله عنه) اسلام قبول ڪيو ته پيغمبر پاڪ ﷺ جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته: "يا رسول الله! مان اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۾ مسلمانن سان جنگ ڪندو رهندو هوس، هاڻي اوهان مون کي حڪم ڏيو ته مان ڪافرن سان جنگ ڪريان ۽ جهاد ۾ حصو وٺان." حضور انور ﷺ فرمايو ته: "ضرور جهاد ڪر!" تنهن ڪري حضرت معاويه رضي الله عنه ۽ سندس والد حضور اڪرم ﷺ سان گڏ مختلف جنگين ۾ شرڪت ڪئي ۽ ڪافرن سان جهاد ڪيو. حضرت معاويه رضي الله عنه، رسول الله ﷺ سان گڏ "غزوه حنين" ۾ شرڪت ڪئي ۽ سائين جن کيس هوازن قبيلي جي مالِ غنيمت مان هڪ سؤ اٺ ۽ چاليهه اوقيه چاندي عطا ڪئي. (البدايه والنهايه از حافظ ابن ڪثير جلد 8 ص21)

## حضرت معاويہ ﷛ صحابہ ﷡ جي نظر ۾

مٿين حديث مان حضور اڪرم ﷺ جو حضرت معاويہ ﷛ سان تعلق ۽ ان مان سندس فضيلت صاف ظاهر آهي. ان کان سواءِ ٻين بزرگ اصحابن کان ڪيترا ئي قول روايت ٿيل آهن، جن سان سندن نظر ۾ حضرت معاويہ ﷛ جي بلند مرتبي جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

هڪ دفعي حضرت عمر فاروق ﷛ جي روبرو حضرت معاويہ ﷛ جي برائي بيان ڪئي وئي تہ پاڻ فرمايائين:

دعونا من ذم فتیٰ قريش من يضحك فی الغضب ولا ينال ما عنده الا على الرضا ولا يأخذ ما فوق راسه الا من تحت قدميه.

(الاستيعاب از ابن عبدالبر جلد 3 ص 377)

ترجمو: قريش جي هن جوان جي برائي نہ ڪريو، جيڪو ڪاوڙ جي وقت کلندو آهي (يعني تمام گهڻو بردبار آهي) ۽ جيڪي ڪجهہ هن وٽ آهي، سو سندس رضامندي کان سواءِ حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي ۽ هن جي مٿي مٿان رکيل شيءِ کي حاصل ڪرڻ چاهيو تہ سندس قدمن ۾ جهڪڻو پوندو. (يعني هو انتهائي غيرت مند ۽ بهادر آهي)

هڪ ڏينهن حضرت عمر ﷛ فرمايو: ”اي انسانؤ! اوهان مون کان پوءِ فرقہ بندي (اختلاف) کان بچجو، پر جيڪڏهن توهان ائين ڪيو تہ سمجهي ڇڏيو معاويہ شام ۾ موجود آهي.“

(الاصابہ از ابن حجر جلد 3 ص 414)

هتي هڪ واقعي جو ذڪر ڪرڻ دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو، جنهن مان حضرت معاويہ ﷛ جي پنهنجي اڪابر (بزرگن، وڏن) جي فرمانبرداري ۽ حضرت عمر ﷛ جي پنهنجن گورنرن ۽ خاص ماڻهن

تي چوڪسي ۽ ڪڙي نگراني ظاهر ٿئي ٿي.

علامہ ابن حجر پنهنجي ڪتاب ”الاصابه“ ۾ نقل ڪيو آهي تہ هڪ لڳا حضرت معاويہ ﷛، حضرت عمر فاروق ﷛ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت امير معاويہ ﷛ ڪي ان وقت سائي رنگ جو هڪ عمدو وڳو پهريل هو. اصحاب ڪرام ﷡. حضرت معاويہ ﷛ ڏانهن حيرت وچان نهارڻ لڳا. حضرت عمر ﷛ اها صورتحال ڏٺي تہ اٿيو ۽ پنهنجو دُرو (چمڙي جو چهبڪ، ڪوڙو) کڻي حضرت معاويہ ﷛ ڏانهن وڌيو ۽ کيس دري سان مارڻ لڳو. حضرت معاويہ ﷛ پڪاريندو رهيو: ”الله! الله!! اي امير المؤمنين! اوهان مون کي ڇو ٿا ماريو؟“ ليڪن حضرت عمر فاروق ﷛ ڪوبہ جواب نہ ڏنو ايستائين جو واپس پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺو. صحابہ حضرت فاروق اعظم ﷛ کان پڇڻ لڳا تہ يا حضرت! توهان هن جوان کي ڇو ماريو؟ حضرت عمر ﷛ وراڻيو تہ مان هن جوان ۾ ڀلائي کان علاوه ڪجهہ نہ پاتو ۽ هن جي متعلق مون کي صرف ڀلائي جي ئي خبر ملي آهي، ليڪن مون چاهيو تہ ان کان اهو لهرايان ۽ اهو چئي پاڻ حضرت معاويہ ﷛ جي لباس طرف اشارو ڪيائين. (الاصابه از ابن حجر جلد3 ص616)

حضرت عمر ﷛ وڏيڪ فرمايو تہ: توهان قيصر ۽ ڪسريٰ ۽ انهن جي سياست جي تعريف ڪريو ٿا، جڏهن تہ خود توهان ۾ معاويہ موجود آهي.

حضرت عمر ﷛ جي نظر ۾ حضرت معاويہ ﷛ جو مقام ۽ مرتبو ان ڳالهہ مان ظاهر آهي تہ سندس ڀاءُ يزيد بن ابو سفيان ﷛ جي وفات کان پوءِ کيس شام جو گورنر مقرر ڪيو ويو. دنيا ڄاڻي ٿي تہ حضرت عمر ﷛ پنهنجي گورنرن ۽ والين جي مقرر ڪرڻ جي معاملي ۾ ڪيتري قدر خبردار هو ۽ جيستائين ڪنهن شخص تي

مڪمل اطمينان نہ ٿيندو هيس، تيستائين ان کي ڪنهن علائقي يا صوبي جو گورنر نہ بڻائيندو هو. وري جنهن شخص کي گورنري ڏيندو هو تہ ان جي پوري نگراني ڪندو هو ۽ جڏهن ڪنهن کي مقرر معيار کان هيٺ يا گهٽ محسوس ڪندو هو تہ ان کي سندس عهدي تان لاهي ڇڏيندو هو. حضرت عمر فاروق ﷛ جو حضرت معاويہ ﷛ کي شام جو گورنر مقرر ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي جي آخري ڏينهن تائين کيس ان عهدي تي برقرار رکڻ ظاهر ڪري ٿو تہ حضرت عمر ﷛ کي حضرت معاويہ ﷛ تي مڪمل اعتماد (پورو ڀروسو) هو.

حضرت عمر فاروق ﷛ کان پوءِ حضرت عثمان ﷛ جو دور آيو تہ هو بہ مٿس مڪمل اعتماد ڪندو هو ۽ ڪيترن ئي اهم ڪمن ۾ ڪانئس مشورو وٺندو هو ۽ ان تي عمل ڪندو هو. حضرت عثمان ﷛، حضرت معاويہ ﷛ کي نہ صرف شام جي گورنريءَ تي برقرار رکيو، بلڪ ان سان گڏوگڏ پسگردائيءَ وارا ٻيا علائقا مثلاً اردن، حمص، قنسرين ۽ فلسطين وغيره بہ سندس گورنريءَ جي ماتحت ڏيئي ڇڏيا.

جڏهن حضرت عثمان ﷛ کي بنا ڪنهن سبب جي بي درديءَ سان شهيد ڪيو ويو ۽ مسلمانن جي هڪ جماعت حضرت علي ﷛ جي هٿ تي بيعت ڪري کيس خليفو مقرر ڪيو، حضرت علي ﷛ ۽ حضرت معاويہ ﷛ جي وچ ۾ حضرت عثمان ﷛ جي قاتلن کان "قصاص" (قاتل کان خون بها جو عيوض يا بدلو) وٺڻ جي باري ۾ سخت اختلاف پيدا ٿي پيو، جنهن وڏي وجي قتال (جنگ) جي صورت اختيار ڪئي ۽ مسلمانن جي وچ ۾ تفرقي جو بنياد پيو. مگر جيئن تہ هر عقلمند ڄاڻي ٿو تہ ان معاملي ۾ ٻنهي طرفن کان اختلاف جو سبب دين ئي هو. ان ڪري ٻئي ڌريون هڪ ٻئي جي ديني مقام ۽ ذاتي فضيلت ۽ مرتبي جون قائل هيون ۽ وقت بوقت ان جو اظهار بہ ڪندا رهندا هئا.

علامه حافظ ابن ڪثير نقل ڪيو آهي ته حضرت علي ﷛ جڏهن صفين جي جنگ کان واپس موٽيو ته فرمايائين:

ايها الناس! لا تکرهوا امارة معاويه فانکم لو فقدتموه رأيتم الرؤس تندر عنکم کواهلها کانما الحنظل.

(البدايه والنهايه جلد 8 ص 131 مطبوعه مصر)

ترجمو: اي انسانؤ! توهان معاويه جي گورنري ۽ سرداريءَ کي ناپسند نه ڪريو. ڇوته جيڪڏهن توهان ان کي ضايع ڪري ڇڏيو ته ڏسندؤ ته مٿا پنهنجن ڳچين کان اهڙي طرح ڪٽجي ڪرندا رهندا، جهڙي طرح ٿوهه جو ميوو پنهنجي وڻ کان ٽٽي ڪرندو رهندو آهي.

خلفاءِ راشدين کان علاوه ٻين جليل القدر صحابه کي ڏسو ته انهن جي نگاهه ۾ حضرت معاويه ﷛ جي ڪيڏي عزت ۽ قدر آهي؟

حضرت ابن عباس ﷠ سان هڪ فقهي مسئلي متعلق حضرت معاويه ﷛ جي شڪايت ڪئي وئي ته پاڻ فرمايائون: "انه فقيه." بيشڪ معاويه ﷛ فقيه آهي. (جيڪو ڪجهه هن ڪيو پنهنجي علم ۽ فقه جي بنياد تي ڪيو هوندائين) هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته حضرت ابن عباس ﷠ جواب ۾ فرمايو:

"انه قد صحب رسول الله ﷺ." (الاصابه جلد 3 ص 412)

يعني معاويه ﷛، حضور اڪرم ﷺ جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو آهي، ان تي اعتراض اجايو آهي.

حضرت ابن عباس ﷠ جا اهي الفاظ ٻڌائي رهيا آهن ته صرف رسول ڪريم ﷺ جي صحبت جو شرف حاصل هئڻ، ايڏي وڏي فضيلت آهي جو ٻي ڪابه فضيلت ان جي برابر ٿي نٿي سگهي.

اهڙي طرح هڪ دفعي حضرت ابن عباس ﷠ جي آزاد ڪيل غلام حضرت ڪريب شڪايت جي انداز ۾ حضرت ابن عباس ﷠

ڪي ٻڌايو تہ: ”معاويہ وتر جي ٽن رڪعتن جي بدران رڳو هڪ رڪعت پڙهندو آهي.“ اهو ٻڌي حضرت ابن ﷠ عباس جواب ۾ فرمايو:

”اصاب اي بني ليس احد منا اعلم من معاوية.“

(سنن ڪبرىٰ از بيهقي جلد3 ص26)

ترجمو: اي پٽ! جيڪو ڪجهہ معاويہ ﷛ ڪيو، صحيح ڪيو ڇوتہ اسان ۾ معاويہ ﷛ کان وڌيڪ ڪوئي عالم نہ آهي.

ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت ابن عباس، حضرت معاويہ ﷛ جي علم، فقهہ ۽ تقويٰ کان ڪيتري قدر متاثر هو. اهو حال تہ ديني ڪمن ۾ هيو، دنيوي ڪمن ۾ حضرت ابن عباس﷠ جو قول تمام مشهور آهي:

”ما رايت اخلق للملك من معاوية.“

مان معاويہ کان وڌيڪ حڪومت ۽ بادشاهت جو لائق ٻئي ڪنهن کي بہ نہ لڌو. (تاريخ ڪامل جلد4 ص5)

حضرت عمير بن سعد ﷛ جو قول حديث جي مشهور ڪتاب ”جامع ترمذي“ ۾ نقل ڪيو ويو آهي تہ حضرت عمر ﷛، حضرت عمير ﷛ کي حمص جي گورنريءَ تان جڏهن معزول ڪيو ۽ سندس جاءِ تي حضرت معاويہ ﷛ کي مقرر ڪيو تہ ڪن ماڻهن (حضرت معاويہ بابت) ڇہ مي گوئيون ڪيون. حضرت عمير ﷛ انهن ماڻهن کي سختيءَ سان روڪيو ۽ فرمايو:

”لا تذكروا معاوية الا بخير فانى سمعت رسول الله ﷺ يقول: اللهم اهد به.“ (جامع ترمذي جلد2 ص247)

ترجمو: معاويہ جو صرف ڀلائيءَ سان ذڪر ڪريو، ڇوتہ مان نبي ڪريم ﷺ کي حضرت معاويہ متعلق هيءَ دعا ڏيندي ٻڌو آهي تہ: اي الله! هن جي ذريعي (ماڻهن کي) هدايت عطا فرماءِ.

حضرت ابن عمر ﵄ جو قول آهي تہ مان معاويہ ﷜ کان وڌيڪ سرداريءَ جي لائق ٻيو ڪو نہ ڏٺو.

(البدايہ والنهايہ جلد 8 ص 235 طبع مصر)

حضرت سعد بن ابي وقاص ﷜، جيڪو "عشره مبشره" ۾ شامل آهي ۽ حضرت علي ﷜ ۽ حضرت معاويہ ﷜ جي جنگين ۾ غير جانبدار (الڳ ٿلڳ، Neutral) رهيو، فرمائيندو هو تہ:

ما رايت احدًا بعد عثمان اقضىٰ من صاحب هٰذا الباب يعني معاوية.(البدايہ والنهايہ جلد 8 ص 133)

ترجمو: مان عثمان ﷜ کان پوءِ ڪنهن کي معاويہ ﷜ کان وڌيڪ حق جو فيصلو ڪندڙ نہ ڏٺو.

حضرت قبيصہ بن جابر ﷜ جو قول آهي تہ: (ترجمو) "مان ڪوئي اهڙو ماڻهو نہ ڏٺو جيڪو حضرت معاويہ ﷜ کان وڌيڪ بردبار، هن کان وڌيڪ سرداريءَ جي لائق، هن کان وڌيڪ باوقار، هن کان وڌيڪ نرم دل ۽ نيڪيءَ جي معاملي ۾ وڌيڪ سخي هجي."

(تاريخ الخلفاء از علامہ جلال الدين سيوطي ص 149)

انهن چند روايتن مان سني نموني اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اصحابي سڳورا حضرت معاويہ ﷜ متعلق ڪهڙي راءِ رکندا هئا ۽ انهن جي نظر ۾ حضرت صاحب جو ڪهڙو مرتبو هيو!

## حضرت معاويہ ﷜ تابعين جي نظر ۾

تابعين جي نزديڪ حضرت معاويہ ﷜ جي ڪهڙي حيثيت هئي؟ ان جو اندازو ان ڳالھ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ حضرت عمر بن عبدالعزيز؆ پنهنجي دور خلافت ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن کي ڪوڙن سان نہ ماريو، مگر هڪ شخص کي جنهن حضرت معاويہ ﷜ جي شان ۾

گستاخي ڪئي، ان جي متعلق هن حڪم ڏنو تہ: ”هن کي ڪوڙا لڳايا وڃن.“ (الاستيعاب تحت الاصابه جلد3 ص383)

مشهور مؤرخ علامہ حافظ ابن ڪثير بيان ڪري ٿو تہ حضرت عبدالله بن مبارڪ جيڪو مشهور تابعي آهي، ان کان ڪنهن ماڻهوءَ حضرت معاويہ ﷜ متعلق پڇا ڪئي تہ جواب ۾ حضرت عبدالله بن مبارڪ چوڻ لڳو: ”ڀلا مان ان شخص جي باري ۾ ڇا چوان، جنهن پيغمبر پاڪ ﷺ جي پويان نماز پڙهي هجي ۽ جڏهن حضور سائين جن سمع الله لمن حمده چيو تہ هن جواب ۾ ربنا لك الحمد چيو هجي.“

(البدايه والنهايه جلد8 ص139)

انهيءَ حضرت عبدالله بن مبارڪ رحمۃ اللہ علیہ کان هڪ دفعي ڪنهن سوال ڪيو تہ حضرت معاويہ ﷜ ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمۃ اللہ علیہ مان ڪير افضل آهي؟ سوال ڪرڻ واري (اٽڪل ۽ چالاڪي سان) هڪ طرف ان اصحابيءَ کي رکيو جنهن تي طرحين طرحين اعتراض ڪيا ويا هئا ۽ ٻئي طرف ان جليل القدر تابعيءَ کي رکيو جنهن جي بزرگي ۽ شان تي سڄي امت جو اتفاق آهي. اهو سوال ٻڌي حضرت عبدالله بن مبارڪ ڪاوڙ سبب تپي باهہ ٿي ويو ۽ فرمايائين: ”تون هنن ٻنهي جي پاڻ ۾ نسبت پڇين ٿو؟ خدا جو قسم! اها مٽي جيڪا نبي ڪريم ﷺ سان گڏ جهاد ڪندي حضرت معاويہ ﷜ جي نڪ ۾ هلي ويئي، اها مٽي بہ حضرت عمر بن عبدالعزيز کان افضل آهي.“

(البدايه والنهايه جلد8 ص139)

اهڙي ئي قسم جو سوال هڪ عالمِ دين حضرت معافي بن عمران رحمۃ اللہ علیہ کان ڪيو ويو تہ اهو بہ غصي ۾ اچي ويو ۽ فرمايائين تہ: ”ڀلا هڪ تابعي، ڪنهن اصحابيءَ جي برابر ٿي سگهي ٿو؟ حضرت معاويہ ﷜، نبي ڪريم ﷺ جو اصحابي آهي. ان جي ڀيڻ حضرت بي بي

ام حبيبہ ﷞، پاڻ سڳورن ﷺ جي نڪاح ۾ هئي ۽ هن ڪيترو ئي وقت وحيءَ جي ڪتابت ۾ حفاظت ڪئي! ڀلا سندس مقام ۽ مرتبي تي ڪوئي تابعي ڪيئن پهچي سگهي ٿو؟“ پوءِ ان شخص کي هيءَ حديث پڙهي ٻڌايائين تہ حضور انور ﷺ فرمايو: جنهن منهنجن اصحابن ۾ مائٽن کي گهٽ وڌ ڳالهايو، ان تي الله جي لعنت هجي.“

(البدايہ والنهايہ)

مشهور تابعي حضرت احنف بن قيس ﷫ عربن ۾ پنهنجي حلم ۽ بردباري سبب تمام گهڻو مشهور آهي. هڪ دفعي هن کان پڇا ڪئي وئي تہ وڌيڪ بردبار ڪير آهي، تون يا حضرت معاويہ؟ سائل کي جواب ۾ فرمايائين تہ: خدا جو قسم! مان توکان وڌيڪ جاهل ڪوئي نہ ڏٺو! حضرت معاويہ ﷛ طاقت رکڻ جي باوجود حلم ۽ بردباريءَ کان ڪم وٺندو هو ۽ مان طاقت نہ رکڻ ڪري بردباري ڪندو آهيان، تنهنڪري مان ان کان ڪيئن وڌي سگهان ٿو؟ يا ان جي برابر ٿي سگهان ٿو؟ (تاريخ طبري از علامہ ابن جرير طبري ﷫ جلد6 ص187)

# سوانح حيات

جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي تہ حضرت معاويہ ﷛ جي ولادت بعثت نبويءَ کان پنج سال اڳ ۾ ٿي ۽ فتح مڪي جي موقعي تي اسلام آڻڻ جو اعلان ڪيائين. پيغمبر پاڪ ﷺ جي وفات کان پوءِ حضرت معاويہ ﷛ شام ۽ ان جي آس پاس وارن علائقن ۾ جهاد ۾ مصروف رهيو. ان دوران حضرت معاويہ ﷛ تاريخ جي هڪ تمام مشهور معرڪي ”جنگ يمامہ“ ۾ شرڪت ڪئي. ڪن تاريخ نويسن جو خيال آهي تہ نبوت جي وڏي ۾ وڏي ڪوڙي دعويدار ”مسيلمہ ڪذاب“ کي حضرت معاويہ ﷛ قتل ڪيو هو، مگر صحيح ڳالهہ اِها آهي تہ بدبخت مسيلمہ کي پيٽ ۾ نيزو حضرت وحشي ﷛ هنيو هو ۽

حضرت معاويه ﷺ ان جي قتل ۾ مدد ڪئي هئي.
(البدايه والنهايه جلد8 ص117)

حضرت ابوبڪر صديق ﷺ جي وفات ڪان پوءِ حضرت عمر فاروق ﷺ جو دور آيو. سن 19 هجريءَ ۾ حضرت فاروق اعظم ﷺ، حضرت معاويه ﷺ جي وڏي ڀاءُ حضرت يزيد بن ابو سفيان کي، جيڪو ان وقت شام جو گورنر هيو. حڪم ڏنو ته ”قيساريه“ کي فتح ڪرڻ لاءِ جهاد ڪريو. چاڻ گهرجي ته ”قيساريه“ روم جو مشهور شهر ۽ رومين جي هڪ مضبوط ڇانوڻي هئي. خليفي جي حڪم جي تعميل ۾ حضرت يزيد شهر جو محاصرو (گهيرو) ڪيو. جڏهن اهو محاصرو ڊيگهه اختيار ڪري ويو ته حضرت يزيد ﷺ، حضرت معاويه ﷺ کي پنهنجو نائب مقرر ڪري ڪنهن ضروري ڪم سان دمشق هليو ويو. حضرت معاويه ﷺ قيساريه جو محاصرو جاري رکيو. تانجو شوال 19 هجريءَ ۾ ان کي فتح ڪيو. هن فتح ڪان هڪ مهينو پوءِ ذوالقعد ۾ حضرت يزيد ﷺ طاعون (پليگ) جي خطرناڪ مرض ۾ مبتلا ٿي وفات ڪري ويو. حضرت عمر ﷺ کي سندس موت جو ڏاڍو ڏک رسيو ۽ ڪجهه وقت ڪان پوءِ حضرت فاروق ﷺ سندس ننڍي ڀاءُ حضرت معاويه ﷺ کي شام جو گورنر مقرر ڪيو ۽ سندس پگهار هڪ هزار درهم ماهوار مقرر ڪئي. حضرت عمر ﷺ جي دور خلافت ۾ حضرت معاويه ﷺ چار سال کن گورنر جي حيثيت سان گذاريا. (الاستيعاب جلد3) ان عرصي دوران حضرت معاويه ﷺ روم جي سرحدن تي جهاد جاري رکيو ۽ ڪافي شهر فتح ڪيا.
(تاريخ ابن خلدون جلد2)

حضرت عمر ﷺ جي شهادت ڪان پوءِ حضرت عثمان غني ﷺ کيس نه صرف ان عهدي تي برقرار رکيو. بلڪ سندس سني انتظام،

تدبر ۽ ڪامياب سياست کان متاثر ٿيندي حمص، قنسرين ۽ فلسطين جا علائقا به سندس گورنريءَ ۾ ڏيئي ڇڏيا. حضرت عثمان ﷛ جي دور خلافت ۾ اٽڪل ٻارهن سال حضرت معاويه ﷛ گورنر جي حيثيت سان گذاريا. ان عرصي دوران هو الله جي ڪلمي کي بلند ڪرڻ لاءِ جهاد ۾ مصروف رهيو. سن 25 هجريءَ ۾ حضرت معاويه ﷛ روم جي طرف جهاد ڪيو ۽ عموريه تائين وڃي پهتو ۽ رستي تي فوجي چوڪيون قائم ڪيائين. قبرص، رومي سمنڊ ۾ شام جي ويجهو هڪ نهايت سرسبز ۽ خوبصورت ٻيٽ آهي ۽ يورپ ۽ روم جي طرف کان مصر ۽ شام جي فتح جو دروازو آهي. هن مقام جي تمام گهڻي اهميت هئي، ڇوته مصر ۽ شام جتي هاڻي اسلام جو جهنڊو ڦڙڪي رهيو هو ان جي تيستائين حفاظت نه ٿيئي ٿي سگهي، جيستائين اهو سامونڊي ناڪو (گهٽ) مسلمانن جي قبضي ۾ نه ٿي آيو. ان ڪري حضرت عمر فاروق ﷛ جي زماني کان ئي حضرت معاويه ﷛ جي هن زرخيز، حسين ۽ اهم ٻيٽ تي نظر هئي ۽ امير المؤمنين کان قبرص تي چڙهائي جي اجازت گهرندو رهندو هو. مگر حضرت عمر ﷛ سامونڊي مشڪلاتن ۽ ڪن ٻين سببن جي ڪري حملي ڪرڻ جي اجازت نه ڏني.

جڏهن حضرت عثمان غني ﷛ جو دور خلافت آيو ته حضرت معاويه ﷛، حضرت عثمان ﷛ کان قبرص تي چڙهائي ڪرڻ جي زوردار نموني اجازت طلب ڪئي. خليفي سندس اصرار جي پيش نظر کيس اجازت ڏني. حضرت معاويه ﷛ ان مهم جي سر ڪرڻ لاءِ، مسلمانن جي تاريخ ۾ پهريون دفعو سامونڊي (يعني بحري) ٻيڙو تيار ڪرايو ۽ صحابه جي هڪ جماعت سان گڏ سن 27 هجريءَ ۾ قبرص جي طرف روانو ٿيو. (العبر از حافظ ذهبي جلد 1 ص 29 طبع ڪويت)

مسلمانن جي تاريخ ۾ بحري ٻيڙي جي تياري ۽ بحري جنگ جو

هي پهريون واقعو هو. ان سلسلي ۾ بين الاقوامي شهرت يافتہ مؤرخ علامہ ابن خلدون لکي ٿو تہ: ”حضرت معاويہ ﷺ پهريون خليفو آهي، جنهن ”بحري ٻيڙو“ تيار ڪرايو ۽ مسلمانن کي ان ذريعي جهاد جي اجازت ڏني.“ (مقدمه ابن خلدون ص453)

پهريون بحري ٻيڙو تيار ڪرائڻ حضرت معاويہ ﷺ جي رڳو هڪ تاريخي خصوصيت ئي نہ آهي، بلڪ ان لحاظ کان نهايت عظيم سعادت آهي تہ حضور اڪرم ﷺ پهرئين بحري جهاد ڪرڻ وارن جي حق ۾ جنت جي بشارت ڏني هئي. امام بخاري پنهنجي مشهور ترين حديث جي ڪتاب ”صحيح بخاري“ ۾ سائين جن جو ارشاد مبارڪ نقل ڪيو آهي تہ:

أَوَّلُ جَيْشٍ مِنْ أُمَّتِيْ يَغْزُوْنَ الْبَحْرَ قَدْ أَوْجَبُوْا.

(صحيح بخاري جلد1 ص410)

ترجمو: ”منهنجي امت جو پهريون لشڪر جيڪو بحري لڙائي لڙندو (ان) پنهنجي مٿان جنت واجب ڪري ڇڏي آهي.“

سن 27 هجريءَ ۾ حضرت معاويہ ﷺ پنهنجو ٻيڙو ساڻ ڪري ان طرف روانو ٿيو ۽ نيٺ 28 هجريءَ ۾ اهو سندس هٿن تي فتح ٿي ويو. (النجوم الزاهرة از جمال الدين يوسف جلد1 ص85)

اتان جي ماڻهن تي جزيو مقرر ڪيو ويو. ان بعد سن 33 هجريءَ ۾ حضرت معاويہ ﷺ افرنطينہ ملطيتہ ۽ روم جا ڪجهہ قلعا فتح ڪيا.

(العبر جلد1 ص34)

سن 35 هجريءَ ۾ حضرت معاويہ ﷺ ”ذي خشب“ تي لشڪر ڪشي ڪئي. (النجوم الزاهرة جلد1 ص92)

سن 36 هجريءَ ۾ حضرت عثمان ﷺ شهيد ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ جمل ۽ صفين جا بہ مشهور واقعا پيش آيا. حضرت معاويہ ﷺ جو ان

سلسلي ۾ مؤقف هي هو تہ حضرت عثمان رضي الله عنه کي بي گناهہ (ناحق) شهيد ڪيو ويو آهي، ان ڪري قاتلن کان قصاص (بدلو) وٺڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي نرمي نہ ڪئي وڃي ۽ قاتلن سان جيڪا نرمي ڪئي پئي وڃي، (مثلاً) انهن کي سرڪاري عهدن تي مقرر ڪيو پيو وڃي ۽ اهي خلافت جي ڪمن ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان حصو وٺي رهيا آهن، ان سلسلي کي ختم ڪيو وڃي. البدايه والنهايه ۾ ذڪر ڪيل هيٺئين واقعي مان سندس مٿي ڄاڻايل مؤقف جي مڪمل وضاحت ٿئي ٿي ۽ هن بي بنياد الزام جو پول پڌرو ٿئي ٿو تہ حضرت معاويہ رضي الله عنه اقتدار جي خواهش ڪري ائين ڪري رهيو هو. علامہ ابن ڪثير رحمة الله عليه ان سلسلي ۾ رقمطراز آهي:

وقد ورد من غير وجه ان ابا مسلم الخولانی وجماعة معه دخلوا علٰى معاوية فاتوا عليًا فكلموه فی ذٰلك فلم يدفع اليهم احدا فعند ذٰلك صمم اهل الشام على القتال مع معاوية.

(البدايه والنهايه از علامہ حافظ ابن ڪثير جلد 8 ص 129 طبع مصر)

ترجمو: علامہ ابن ڪثير رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ مختلف سَنَدُن (۽ حوالن) سان اسان تائين هيءَ ڳالهہ پهتي آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه ۽ حضرت معاويہ رضي الله عنه جي اختلاف واري زماني ۾ حضرت ابو مسلم خولاني ماڻهن جي هڪ جماعت سان گڏ حضرت معاويہ رضي الله عنه وٽ پهتو تہ جيئن کيس حضرت علي رضي الله عنه جي بيعت لاءِ آماده ڪري سگهجي. حضرت معاويہ رضي الله عنه کي وڃي چيائين تہ: "تون (وقت جي خليفي) حضرت علي رضي الله عنه سان جهيڙو ڪري رهيو آهين، ڇا تنهنجو خيال اهو آهي تہ تون علم ۽ فضل ۾ ان جهڙو آهين؟" حضرت معاويہ رضي الله عنه جواب ڏنو تہ: الله جو قسم! منهنجو اهو خيال (هرگز بہ) نہ آهي. مان ڄاڻان ٿو تہ علي رضي الله عنه مون کان بهتر آهي، افضل آهي ۽ خلافت جو بہ مون کان

وڏيڪ مستحق (حقدار) آهي. ڇا تون اهو تسليم نٿو ڪرين تہ خليفي عثمان ﷛ کي ظلم سان شهيد ڪيو ويو آهي ۽ مان ان جو سؤٽ آهيان، ان ڪري مون کي ان جي خون جي بدلي ۾ قصاص وٺڻ جو وڌيڪ حق آهي. تون عليءَ کي وڃي اها ڳالهہ چؤ تہ عثمان جي قاتلن کي منهنجي حوالي ڪري ڇڏ، مان خلافت کي ان جي حوالي ڪري ڇڏيندس.

اهي ماڻهو (حضرت معاويہ ﷛ جو اهو پيغام کڻي) حضرت علي ﷛ وٽ آيا، هن سان ان معاملي تي گفتگو ڪيائون، ليڪن هن (معقول دليلن ۽ عذرن جي بنياد تي، جيڪي هن وٽ هئا) قاتلن کي سندس حوالي نہ ڪيو. ان موقعي تي شامين حضرت معاويہ ﷛ سان گڏ لڙڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.

هن واقعي کان پوءِ ان شڪ شبهي ۽ بهتان جي ڪهڙي گنجائش باقي رهجي وڃي ٿي تہ حضرت معاويہ ﷛ نالي، ناموس ۽ اقتدار (حڪومت) جي خواهش لاءِ ايئن ڪري رهيو هو.

ان ڳالهہ جو اندازو هيٺ ڄاڻايل ايمان افروز خط مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪو حضرت معاويہ ﷛، انهيءَ ئي اختلاف جي دوران قيصر روم کي لکيو هو. روم جي بادشاهہ قيصر عين ان وقت جڏهن حضرت علي ۽ حضرت معاويہ جو اختلاف چوٽ چڙهيل هيو قتل ۽ قتال جي نوبت اچي رهي هئي تہ هن انهن اختلافن مان فائدو حاصل ڪرڻ چاهيو ۽ شام جي سرحدي علائقن تي چڙهائي ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو. حضرت معاويہ ﷛ کي ان ڳالهہ جو پتو پيو تہ هن قيصر کي هڪ خط موڪليو جنهن ۾ لکيائين تہ:

”مون کي ان ڳالهہ جي خبر پئي آهي تہ تون سرحد تي چڙهائي ڪرڻ چاهين ٿو. ياد رک! جيڪڏهن تون ائين ڪيو تہ مان پنهنجي

ساٿي (حضرت علي ﷛) سان صلح ڪري ڇڏيندس ۽ ان جو جيڪو لشڪر تو سان جنگ ڪرڻ لاءِ روانو ٿيندو، ان جي پهرئين دستي ۾ شامل ٿي ڪري قسطنطنيہ کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندس.“ حضرت معاويہ ﷛ جو اهو خط جڏهن روم جي قيصر کي مليو تہ هو پنهنجي ارادي کان باز اچي ويو ۽ چڙهائي ڪرڻ جو خيال ڇڏي ڏنائين.

(تاج العروس جلد7 ص208 طبع بن غازي ليبيا)

ڇوتہ قيصر ڄاڻي پيو تہ اهي مسلمان ڪفر جي مقابلي ۾ هاڻي بہ هڪ جسم ۽ جان وانگر آهن ۽ انهن جو اختلاف سياسي ليڊرن واري اختلاف وانگر نہ آهي.

بهرحال اهو افسوسناڪ اختلاف ۽ قتال (ٽري نہ سگهيو ۽ نوبت) جنگ تائين وڃي پهتي. دراصل ان ۾ وڏو هٿ انهن فسادين جو هيو، جيڪي ٻنهي طرفن ۾ غلط فهميون پکيڙين پيا ۽ جنگ جي شعلن کي ڦوڪون ڏيندا رهيا.

سن 37 هجري صفر جي مهيني ۾ ”صفين“ جو واقعو پيش آيو. هن جنگ ۾ حضرت معاويہ ﷛ سان ستر هزار ماڻهو گڏ هئا، جنهن ۾ صحابہ ۽ تابعين بہ شامل هئا. حضرت معاويہ ﷛ ۽ حضرت علي ﷛ جي وچ ۾ هيءَ جنگ اٽڪل ساڍن ٽن يا چئن سالن تائين جاري رهي ۽ ان بعد ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ عارضي جنگ بندي ڪئي وئي.

(1۔ العبر از حافظ ذهبي جلد1 ص38 طبع ڪويت 2۔ الاستيعاب از ابن عبدالبر جلد3 ص376 طبع مصر)

عارضي جنگ بندي کان پوءِ ٻئي ڌريون پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽي ويون، تانجو رمضان 40 هجريءَ ۾ حضرت علي ﷛ کي هڪ خارجي شهيد ڪري وڌو ۽ ٻئي خارجي حضرت معاويہ ﷛ تي حملو ڪيو پر هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نہ ويو ۽ حضرت معاويہ ﷛

معمولي زخمي ٿي پيو، جيڪو هڪ حڪيم جي علاج سان جلد صحتياب ٿي ويو.

حضرت علي ﷜ جي شهادت کان پوءِ سندس وڏو فرزند ارجمند حضرت حسن ﷜ خلافت جي مسند تي ويٺو، جيڪو شروع کان ئي صلح پسند ۽ مسلمانن جو هڪ ٻئي کي قتل ڪرڻ واري مامري کان متنفر هو. شروعات ۾ فسادين هن کي بہ ڀڙڪايو مگر هو انهن جي چوڻ ۾ نہ آيو ۽ آخرڪار ربيع الاول سن 41 هجري (مطابق جولاءِ 661ع) ۾ هن حضرت معاويہ ﷜ سان صلح ڪري خلافت سندس حوالي ڪئي. حضرت معاويہ ﷜ هن لاءِ ساليانو هڪ لک درهم وظيفو مقرر ڪيو. (العبر جلد1 ص48)

مشهور تابعي ۽ صوفي بزرگ حضرت حسن بصري ﷫، حضرت معاويہ ﷜ ۽ حضرت حسن ﷜ جي وچ ۾ صلح جي واقعي کي هن طرح بيان ڪري ٿو:

”سيدنا حضرت حسن ﷜ جبل جيڏو وڏو لشڪر وٺي حضرت معاويہ ﷜ جي مقابلي لاءِ سامهون آيو تہ حضرت عمرو بن العاص ﷜، حضرت معاويہ ﷜ کي چوڻ لڳو تہ مان (حضرت حسن ﷜ جي) لشڪرن کي ڏسي رهيو آهيان تہ (اهي) قتل عظيم کان سواءِ نہ موٽندا (يعني وڏو قتلام ٿيندو). اها ڳالهہ ٻڌي حضرت معاويہ ﷜ چوڻ لڳو تہ ٻڌاءِ، جيڪڏهن انهن هنن کي قتل ڪيو ۽ هنن انهن کي قتل ڪيو تہ پوءِ مسلمانن جي معاملن جي خبر چار ڪير لهندو؟ انهن جي عورتن جي سنڀال جي ضمانت ڪير ڏيندو ۽ يتيم ٻارن ۽ مال ومتاع جو ضامن ڪير ٿيندو؟“

ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت معاويہ ﷜ جي دل ۾ قوم ۽ ملت جو ڪيڏو درد هو ۽ هو مسلمانن جي پاڻ ۾ خانہ جنگي کي ڪيتري

بري نگاهہ سان ڏسندو هو. ان کان علاوه جڳ مشهور تاريخ نويس علامہ ابن خلدون نقل ڪيو آهي تہ: ”جڏهن حضرت معاويہ ﷛، حضرت حسن ﷛ سان صلح جو ارادو ڪيو تہ هڪ اڇو ڪاغذ گهرايائين ۽ ان جي پڇاڙيءَ ۾ پنهنجي مهر لڳائي ۽ اهو ڪاغذ حضرت حسن ﷛ ڏانهن روانو ڪري چوائي موڪليائين تہ هيءُ اڇو ڪاغذ اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان ۽ ان جي پڇاڙيءَ ۾ مان پنهنجي مهر لڳائي ڇڏي آهي. اوهان جيڪي شرط چاهيو اهي ان تي لکو مون کي منظور آهن.“ (مقدمه ابن خلدون از علامہ ابن خلدون ص475)

حضرت حسن ﷛ ڪجهہ شرط لکي، اهو ڪاغذ امير معاويہ ﷛ ڏانهن روانو ڪيو. اهڙي طرح حضرت علي ﷛ جي شهادت کان ٺيڪ ڇهہ مهينا پوءِ حضرت معاويہ ﷛ ۽ حضرت حسن ﷛ جي وچ ۾ پائدار صلح ٿي ويو ۽ سڀني مسلمانن متفقہ طور تي حضرت معاويہ ﷛ کي خليفو مقرر ڪري، سندس هٿ تي بيعت ڪئي. هن سال کي عربن جي تاريخ ۾ ”عام الجماعة“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي، ڇوتہ هي اهو سال آهي، جنهن ۾ امت جي ٽڙيل پکڙيل قوت وري جمع ٿي ۽ سڄي دنيا جي مسلمانن هڪ خليفي جي هٿ تي بيعت ڪئي.

علامہ حافظ ابن ڪثير ﷬ لکي ٿو: جڏهن حضرت حسن ﷛ صلح ڪري مديني آيو تہ هڪ شخص حضرت معاويہ ﷛ سان صلح ڪرڻ تي حضرت حسن ﷛ کي بد شد ڳالهايو تہ هن فرمايو:

لا تقل ذٰلك فانى سمعت رسول الله ﷺ يقول: لا تذهب الايام والليالى حتّٰى يملك معاوية. (البدايه والنهايه جلد8 ص131)

ترجمو: مون کي گهٽ وڌ نہ چئُ ڇوتہ مان حضور اڪرم ﷺ کي هي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ رات ڏينهن جي گردش ان وقت تائين ختم نہ ٿيندي، جيستائين معاويہ امير نہ بڻجي وڃي.

حضرت معاويہ ﷛ جي امير المؤمنين ٿيڻ کان پوءِ جهاد جو اهو سلسلو نئين سر شروع ٿي ويو. جيڪو حضرت عثمان ﷛ جي شهادت کان پوءِ بند ٿي ويو هو. حضرت معاويہ ﷛ رومين جي خلاف سورهن (16) جنگيون لڙيون. هن پنهنجي لشڪر کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو هيو. هڪ حصي کي گرميءَ ۾ جهاد لاءِ روانو ڪندو هو. وري جڏهن سياري جي موسم ايندي هئي تہ لشڪر جو ٻيو تازو توانو حصو جهاد لاءِ موڪليندو هو. حضرت معاويہ ﷛ جي آخري وصيت بہ هيءَ هئي تہ:

شدخناق الروم. يعني: روم جو گلو گهٽي ڇڏيو.

(البدايه والنهايه جلد8 ص133)

هن 49 هجريءَ ۾ حضرت معاويہ ﷛ قسطنطينيہ جي طرف هڪ تمام وڏو لشڪر روانو ڪيو. جنهن جو سپهہ سالار سفيان بن عوف کي مقرر ڪيائين. هن لشڪر ۾ جليل القدر صحابہ شريڪ هئا ۽ هي اهو ئي غزوو آهي، جنهن جي پيغمبر پاڪ ﷺ پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ ئي پيشنگوئي ڏني هئي ۽ ان ۾ شريڪ ٿيڻ وارن لاءِ فرمايو هو:

اول جيش يغزو القسطنطينية مغفور لهم.

(البدايه والنهايه از حافظ ابن ڪثير جلد8 ص127)

ترجمو: پهريون لشڪر جيڪو قسطنطنيہ جو جهاد ڪندو، ان کي بخشيو ويندو.

حضرت معاويہ ﷛ جي ئي دور خلافت ۾ ”سسلي“ جي عظيم الشان ٻيٽ تي مسلمانن چڙهائي ڪئي ۽ تمام گهڻو غنيمت جو مال مسلمانن کي هٿ آيو. سندس ئي زماني ۾ سيوستان کان ڪابل تائين جا علائقا فتح ٿيا ۽ سوڊان جو سڄو ملڪ اسلامي سلطنت جي ماتحت آيو. (تاريخ الخلفاء از علامہ جلال الدين سيوطي ص149)

هيٺ انهن جنگين جو هڪ مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو، جيڪي حضرت معاويہ ﷛ جي دور حڪومت ۾ پيش آيون، جيڪي ”جنگ صفين“ کان پوءِ پيش آيون. ان کان اڳ ۾ حضرت عمر فاروق ﷛ ۽ حضرت عثمان غني ﷛ جي عهدِ خلافت ۾ شام جي گورنري دوران نصرانين جي خلاف لڙيون. هتي انهن کي بيان نٿو ڪجي، صرف بحري جنگ کان شروعات ڪجي ٿي.

| سن يا سال | جنگ جو تفصيل |
|---|---|
| 27 هجري | هن سال حضرت معاويہ ﷛ بحري ٻيڙو ساڻ ڪري قبرص طرف وڌيو. اها مسلمانن جي تاريخ ۾ پهرين بحري (سامونڊي) جنگ هئي. |
| 28 هجري | قبرص جو عظيم الشان ٻيٽ مسلمانن هٿان فتح ٿيو. |
| 32 هجري | هن سال حضرت معاويہ ﷛ قسطنطنيہ جي ويجهن علائقن ۾ جهاد جاري رکيو. |
| 33 هجري | افرنطيہ، ملطيہ ۽ روم جا ڪجهہ قلعا فتح ٿيا. |
| 35 هجري | حضرت معاويہ ﷛ جي اڳواڻيءَ ۾ ”ذي خشب“ جي جنگ پيش آئي. |
| 42 هجري | سيوستان جي جنگ پيش آئي ۽ سنڌ جا ٿورڙا علائقا فتح ٿيا. |
| 43 هجري | سوڊان جو ملڪ فتح ٿيو ۽ سيوستان جا ڪجهہ وڌيڪ علائقا مسلمانن جي قبضي ۾ آيا. |
| 44 هجري | ڪابل فتح ٿيو ۽ مسلمان قندابيل جي مقام تائين وڃي پهتا. |
| 45 هجري | آفريڪا تي چڙهائي ڪئي وئي ۽ ان جو چڱو خاصو حصو مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو. |

| | |
|---|---|
| 46 هجري | سسليءَ تي مسلمانن پهريون دفعو حملو ڪيو ۽ وڏي مقدار ۾ مسلمانن کي مالِ غنيمت حاصل ٿيو. |
| 47 هجري | آفريڪا جي ٻين علائقن ۾ جنگ جاري رهي. |
| 50_51 هجري | قسطنطنيه جو غزوو پيش آيو ۽ قسطنطنيه تي هي مسلمانن جو پهريون حملو هو. |
| 54 هجري | مسلمان ”جيحون“ ندي پار ڪري بخارا تائين وڃي پهتا. |
| 56 هجري | سمرقند جو معرڪو پيش آيو. |

## حضرت معاويه ﷛ جي سيرت

حضرت معاويه ﷛ حسين ۽ خوبصورت انسان هو. رنگ پورو هيس، سندس چهري مان سنجيدگي ۽ بردباري بکندي هئي.

(البدايه والنهايه)

حضرت مسلم خولاني ﷛ بيان ڪري ٿو ته حضرت معاويه ﷛ اسان وٽ آيو. مان هن ڏانهن نهاريو ته هو ماڻهن ۾ مون کي سڀ کان وڌيڪ حسين ۽ سهڻو نظر آيو. (مجمع الزوائد جلد9 ص355)

هن ظاهري حسن ۽ جمال سان گڏ قدرت واري کيس ڪردار جي اعليٰ خوبين سان به نوازيو هو. هڪ بهترين ۽ عادل حڪمران ۾ جيڪي خوبيون ۽ سهڻا گڻ هئڻ گهرجن، اهي سڀ جهجهي مقدار ۾ حضرت معاويه ﷛ ۾ موجود هئا. امير المؤمنين حضرت عمر فاروق ﷛ فرمائيندو هو ته:

”توهان قيصر ۽ ڪسريٰ ۽ انهن جي سياست جي تعريف ڪريو ٿا، حالانڪ توهان ۾ معاويه موجود آهي.“

(تاريخ طبري جلد5 ص330، اسد الغابه جلد3 ص223)

# حضرت معاويہ ﷛ حڪمران جي حيثيت سان

حضرت امير معاويہ ﷛ جي زماني ۾ مسلمانن جي طاقت ۾ واڌارو ٿيو. حضرت عثمان ﷛ جي خلافت واري پوئين دور کان مسلمانن جي پاڻ ۾ خانہ جنگي جي ڪري فتحن جو سلسلو رُڪجي ويو هو. حضرت معاويہ ﷛ جي عهدِ حڪومت ۾ اهو سلسلو پوري قوت ۽ طاقت سان وري ٻيهر جاري ٿي ويو. حضرت معاويہ ﷛، حضرت عثمان ﷛ جي زماني کان ئي بحري فوج قائم ڪئي هئي ۽ عبدالله بن قيس حارثيءَ کي ان جو آفيسر مقرر ڪيو هو. هن پنهنجي عهدِ حڪومت ۾ ان بحري فوج کي تمام گهڻي ترقي ڏياري، مصر ۽ شام جي سامونڊي ڪنارن جي پرسان جهاز سازيءَ جا ڪيترا ئي ڪارخانا قائم ڪيا. چنانچہ هڪ هزار ست سؤ (1700) جنگي جهاز رومين جي مقابلي ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا. بحري فوج جو ڪمانڊر جنازه بن ابي اميہ هو. ان عظيم الشان بحري طاقت سان حضرت معاويہ ﷛ قبرص ۽ روڊس جهڙا اهم يوناني ٻيٽ فتح ڪيا ۽ هن بحري ٻيڙي سان قسطنطنيہ تي حملي ۾ بہ ڪم ورتو ويو.

ٽپال جو نظام حضرت عمر فاروق ﷛ جي زماني ۾ قائم ٿي چڪو هو. حضرت معاويہ ﷛ ان جي نئين سر تنظيم ۽ توسيع ڪئي ۽ سڄي سلطنت ۾ ان جو ڄار وڇايو. ان کان علاوه حضرت معاويہ ﷛ هڪ نئون کاتو ”ديوان خاتم“ جي نالي سان قائم ڪيو. ڪعبة الله جي خدمت لاءِ ڪيترا ئي خادم مقرر ڪيا ۽ ريشم ۽ اطلس جو بهترين غلاف ڪعبي جي مٿان چاڙهيو ويو.

حضرت معاويہ ﷛ اٽڪل 21 سال ساري اسلامي سلطنت جو خليفة المسلمين ٿي رهيو (۽ تقريبًا 19 سال شام ۽ ان سان ملحق علائقن جو گورنر ٿي رهيو). جڳ مشهور مسلمان مؤرخ علامہ حافظ ابن

ڪثير رحمة الله عليه سندس دور خلافت متعلق هن طرح تبصرو ڪيو آهي:
”حضرت معاويه رضي الله عنه جي عهدِ حڪومت ۾ جهاد جو سلسلو قائم رهيو. الله جو ڪلمو بلند ٿيندو رهيو ۽ سلطنت جي مختلف حصن مان بيت المال لاءِ مالِ غنيمت ايندو رهيو ۽ مسلمانن راحت، آرام، عدل ۽ انصاف سان زندگي بسر ڪئي.“ (البدايه والنهايه جلد8 ص119)

حضرت معاويه رضي الله عنه رعيت جي دلجوئي ڪرڻ، عدل، انصاف ۽ حقن ادا ڪرڻ جو خاص خيال رکندو هو. (البدايه والنهايه جلد 8)

اهو ئي سبب آهي جو حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جيڪو عشره مبشره ۾ شامل آهي، حضرت معاويه رضي الله عنه جي باري ۾ فرمائيندو هو ته:

ما رايت احدًا بعد عثمان اقضیٰ من صاحب هٰذا الباب يعنی معاوية. (البدايه والنهايه جلد8 ص133)

ترجمو: مان حضرت عثمان رضي الله عنه کان پوءِ حضرت معاويه رضي الله عنه کان وڌيڪ ڪنهن کي حق جو فيصلو ڪرڻ وارو نه ڏٺو.

حضرت ابو اسحاق سبيعي رحمة الله عليه فرمائيندو هو ته: جيڪڏهن توهان حضرت معاويه رضي الله عنه کي ڏسو ها يا ان جي زماني کي پايو ها ته (عدل ۽ انصاف جي لحاظ کان) توهان ان کي مهدي چئو ها.
(البدايه والنهايه جلد8 ص145)

مشهور تابعي حضرت مجاهد رحمة الله عليه کان به منقول آهي ته: جيڪڏهن توهان معاويه رضي الله عنه جي دور کي ڏسو ها ته چئو ها ته مهدي ته هي آهي. (العواصم من القواصم ص205)

اهڙي طرح هڪ دفعي امام اعمش رحمة الله عليه جي مجلس ۾ حضرت عمر بن عبدالعزيز جو ذڪر نڪتو ته امام اعمش چوڻ لڳو: ”جيڪڏهن توهان حضرت معاويه رضي الله عنه جي زماني کي ڏسو ها ته توهان

ڪي خبر پئجي وڃي ها ." ماڻهن ڪانئس پڇا ڪئي تہ هن جي حلم ۽ بردباريءَ جي؟ فرمايائين تہ نہ! بلڪ ان جي عدل ۽ انصاف جي. (العواصم من القواصم ص205) حضرت معاويہ ﷛ جي انهن ئي خوبين جي ڪري امام اعمش کيس "المصحف" جي نالي سان ياد ڪندو هو. (ساڳيو حوالو)

حضرت معاويہ ﷛ جو دور هر اعتبار ۽ هر لحاظ کان هڪ ڪامياب دور شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس دور ۾ مسلمان سکيا ستابا ۽ خوشحال رهيا ۽ انهن چين ۽ آرام سان زندگي گذاري. حضرت معاويہ ﷛ عوام جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪيترا ئي قدم کنيا. جن مان هڪ انتظام اهو ڪيائين تہ هر قبيلي ۽ هر ڳوٺ ۾ ماڻهو مقرر ڪيائين، جيڪي هر محلي ۾ گشت ڪري اهو معلوم ڪندا هئا تہ ڪوئي ٻار تہ نہ ڄميو آهي؟ يا ڪوئي مهمان ٻاهر کان اچي هتي تہ نہ ترسيو آهي؟ جيڪڏهن ڪنهن ٻار جي ڄمڻ جو يا ڪنهن مهمان جي اچڻ جو علم ٿيندو هين تہ ان جو نالو لکيو ويندو هو ۽ پوءِ بيت المال مان ان جي لاءِ وظيفو جاري ڪيو ويندو هو.

(منهاج السنة از علامہ ابن تيميہ ﷫ جلد3 ص185)

امام بخاري ﷫ پنهنجي مشهور ڪتاب "الادب المفرد" ۾ بيان ڪيو آهي تہ حضرت معاويہ ﷛ حڪم ڏنو هو تہ دمشق جي شودن ۽ بدمعاشن جي لسٽ بڻائي مون ڏانهن موڪلي وڃي تہ جيئن انهن کي سيکت ڏيئي سڌاريو وڃي. (الادب المفرد ص552)

حضرت معاويہ ﷛ انهن ڳالهين کان سواءِ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ نوان واهہ کوٽايائين ۽ جيڪي پراڻا واهہ بند ٿي ويا هئا، انهن کي ٻيهر کوٽايائين. ملڪ جي مختلف ماڳن تي مسجدون تعمير ڪرايائين ۽ عام مسلمانن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ ٻيا بہ ڪيترا ئي قدم کنيائين.

سندس انهن سڏارن ۽ فلاحي ڪمن جي ڪري رعيت بہ ساڻس محبت ڪندي هئي ۽ مٿس جان قربان ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندي هئي.

علامہ ابن تيميہ ؒ حضرت معاويہ ﷛ جي رعيت سان برتاءُ بابت هن طرح لکيو آهي:

حضرت معاويہ ﷛ جو برتاءُ پنهنجي رعيت سان بهترين حڪمران وارو هو ۽ سندس رعيت ساڻس محبت ڪندي هئي. صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ هيءَ حديث آهي تہ: "نبي ڪريم ﷺ فرمايو تہ توهان جي حڪمرانن مان سڀ کان وڌيڪ سٺو حاڪم اهو آهي، جو توهان ان سان محبت ڪندا آهيو ۽ اهو توهان سان، توهان ان کي دعا ڪندا آهيو ۽ اهو توهان کي."

(منهاج السنة از علامہ ابن تيميه جلد3 ص189)

اهو ئي سبب آهي جو شامي حضرت معاويہ ﷛ مٿان جان قربان ڪندا هئا ۽ سندس هر حڪم جي دل وجان سان پيروي ڪندا هئا. هڪ دفعي حضرت علي ﷛، پنهنجي فوجين سان مخاطب ٿيندي ارشاد فرمايو:

"ڇا اها عجيب ڳالهہ نہ آهي جو معاويہ پنهنجين فوجين کي سڏيندو آهي تہ اهي بنا ڪنهن اجوري ۽ انعام اڪرام جي سندس پيروي ڪندا آهن ۽ سال ۾ بہ ٽي دفعا جيڏانهن چاهي ان طرف وٺي ويندو آهي. مان توهان کي سڏيندو آهيان، جڏهن تہ توهان عقلمند آهيو ۽ انعام حاصل ڪندا رهندا آهيو پر ان هوندي بہ توهان منهنجي نافرماني ڪندا آهيو، منهنجي خلاف بيهي رهندا آهيو ۽ منهنجي مخالفت ڪندا رهندا آهيو." (تاريخ طبري جلد5 ص148)

حضرت معاويہ ﷛ جي رعيت جو مٿس قربان ٿيڻ جو هڪ سبب اهو بہ هيو تہ هو رعيت جي گهٽ درجي واري ماڻهوءَ جي مصيبت

۽ سندس تڪليف کي پنهنجي تڪليف محسوس ڪندو هو ۽ ان جي تڪليف کي دور ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪسر باقي نہ ڇڏيندو هو. چنانچہ هيٺ ڄاڻايل واقعي مان، ان ڳالهہ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

حضرت ثابت ﷛ جيڪو حضرت ابو سفيان ﷛ جو آزاد ڪيل غلام هو. اهو بيان ڪري ٿو تہ مان روم جي هڪ جنگ ۾ حضرت معاويہ ﷛ سان گڏ شريڪ هيس. جنگ جي دوران هڪ عام سپاهي پنهنجي سواريءَ تان ڪِري پيو ۽ اٿي نہ پيو سگهي تہ هن ماڻهن کي مدد لاءِ پڪاريو. سڀ کان پهريون شخص جيڪو سندس مدد لاءِ هن وٽ اچي پهتو، اهو حضرت معاويہ ﷛ هو.

(مجمع الزوائد ومنبع الفوائد جلد9 ص 357)

حضرت معاويہ ﷛ جي انهن خوبين ۽ سندس دور حڪومت جي انهن خصوصيتن جو اعتراف عام مؤرخن کان سواءِ خود شيعن تاريخ نويسن کي بہ ڪرڻو پيو. شيعو مؤرخ ۽ قانوندان امير علي لکي ٿو تہ: ”مجموعي طور تي حضرت معاويہ ﷛ جي حڪومت اندرون ملڪ تمام خوشحال ۽ پُر امن هئي ۽ خارجہ پاليسيءَ جي لحاظ کان تمام گهڻي ڪامياب هئي. ان جو سبب اهو هو تہ حضرت معاويہ ﷛ عام مسلمانن جي معاملن ۾ گهري دلچسپي وٺندو هو ۽ انهن جي شڪايتن کي غور سان ٻڌندو هو ۽ پوءِ جيتري قدر ممڪن هوندو هو، انهن کي دور ڪندو هو. (تاريخ اسلام از جسٽس سيد امير علي)

## حضرت معاويہ ﷛ جي روزاني زندگي

مشهور مؤرخ مسعودي، حضرت معاويہ ﷛ جي روزاني زندگيءَ کي تفصيلي طرح بيان ڪيو آهي. هو پنهنجي مشهور ڪتاب ”مروج الذهب“ ۾ لکي ٿو تہ:

”حضرت معاويہ ﷛ صبح جي نماز ادا ڪري ملڪ جي مختلف صوبن کان آيل رپورٽون ٻڌندو هو. پوءِ قرآن حڪيم جي تلاوت ڪندو هو ۽ تلاوت پوري ڪرڻ بعد گهر ويندو هو ۽ اتي ضروري احڪام جاري ڪندو هو. پوءِ اشراق جي نماز پڙهي ٻاهر ايندو هو ۽ خاص خاص ماڻهن کي گهرائيندو هو ۽ انهن سان سڄي ڏينهن جي ضروري ڪمن بابت صلاح مصلحت ڪندو هو. ان کان پوءِ نيرن جي ماني آندي ويندي هئي، جيڪا رات جي بچيل ڪاڏي مان هوندي هئي. بعد ۾ ڪافي دير تائين مختلف موضوعن تي ڳالهيون ڪندو رهندو هو ۽ ان کان پوءِ گهر ڏانهن هليو ويندو هو. ٿوري دير گذرڻ بعد ٻاهر نڪري ايندو هو ۽ مسجد ۾ منبر کي ٽيڪ ڏيئي ويهندو هو. ان ۾ عام مسلمان جن ۾ ڪمزور، ڳوٺاڻا، ٻار، عورتون سڀ شامل هوندا هئا، حضرت معاويہ ﷛ وٽ اچي پنهنجون ضرورتون ۽ تڪليفون بيان ڪندا هئا ۽ پاڻ انهن کي تسلي ۽ دلداري ڏيئي، سندن ضرورتون ۽ گهرجون پوريون ڪندو هو. جڏهن سڀ ماڻهو پنهنجون حاجتون بيان ڪري بس ڪندا هئا تہ پاڻ انهن جي متعلق احڪام جاري ڪندو هو. جڏهن ڪوبہ ماڻهو باقي نہ بچندو هو تہ پاڻ اندر هليو ويندو هو ۽ اتي خاص ماڻهن، معززن ۽ قوم جي چڱن مڙسن سان ملاقات ڪندو هو. حضرت معاويہ ﷛ انهن کي مخاطب ٿي چوندو هو تہ: ”حضرات! اوهان کي هن خصوصي مجلس ۾ حاضر هئڻ جو شرف حاصل آهي. تنهنڪري اوهان جو فرض آهي تہ جيڪي ماڻهو هتي حاضر نہ آهن، انهن جون ضرورتون بيان ڪريو.“

اهي معزز ماڻهو ضرورتون بيان ڪندا هئا ۽ حضرت معاويہ ﷛ سندن ضرورتن کي پورو ڪندو هو. پوءِ منجهند جي ماني آندي ويندي هئي ۽ ان وقت ڪاتب بہ حاضر هوندو هو. اهو سندس پرسان ويهندو

هو ۽ ملاقات ڪندڙن کي هڪ هڪ ڪري پيش ڪندو هو ۽ جيڪي مشڪلاتون، مسئلا ۽ مطالبا لکي ايندا هئا، اهي خليفي صاحب کي پڙهي ڪري ٻڌائيندو هو. پاڻ ماني کائيندو ويندو هو ۽ احڪام لکائيندو ويندو هو ۽ هر ملاقات ڪندڙ شخص کي پاڻ سان گڏ مانيءَ ۾ شريڪ ڪندو هو. ان کان پوءِ حضرت معاويہ ﷛ گهر ويندو هو ۽ ظهر جي وقت نماز پڙهڻ لاءِ مسجد ۾ ايندو هو. ظهر جي نماز بعد خاص مجلس منعقد ٿيندي هئي، جنهن ۾ وزيرن سان ملڪي معاملن بابت مشورو ٿيندو هو ۽ فرمان جاري ٿيندا هئا. اها مجلس عصر جي وقت تائين جاري رهندي هئي. ان بعد عصر نماز ادا ڪندو هو ۽ عشاء جي وقت تائين مختلف ڪمن ۾ مشغول رهندو هو. عشاء جي نماز کان پوءِ اميرن سان سلطنت جي ڪمن متعلق گفتگو ٿيندي هئي تہ علمي بحث مباحثا شروع ٿي ويندا هئا ۽ اهو سلسلو رات دير تائين جاري رهندو هو.

مسعودي وڏيڪ بيان لکي ٿو تہ حضرت معاويہ ﷛ ڏينهن جو پنج وقت اهڙا مقرر ڪري ڇڏيا هئا، جن ۾ پبلڪ جي ماڻهن کي عام اجازت هئي تہ اهي اچن ۽ پنهنجون شڪايتون بيان ڪن.

**نوٽ:** مؤرخ مسعودي معتزلي شيعو هو. (مروج الذهب از مسعودي)

## حلم، بردباري ۽ نرم مزاجي

حضرت معاويہ ﷛ ايڏو تہ حليم ۽ بردبار هو جو سندس حلم بي مثال بڻجي ويو هو. سندس تذڪري سان گڏ هن جي حلم جو تصور ايترو تہ لازمي ٿي ويو هو جو ان کان سواءِ سندس احوال اڻ پورو آهي. حضرت معاويہ ﷛ جا مخالف وٽس ايندا هئا ۽ ڪڏهن تہ تمام اڏنگي انداز ۽ بدڪلاميءَ سان پيش ايندا هئا، مگر پاڻ ان کي کلي ٽاري ڇڏيندو هو. اهو ئي رويو هو جنهن وڏن وڏن سردارن ۽ سندس

مخالفن کي هن جي آڏو ڪنڌ نوائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. حضرت قبيصه بن جابر جو قول آهي ته مان حضرت معاويه ﷺ کان وڏيڪ بردبار ڪنهن کي به نه ڏٺو. (النجوم الزاهرة جلد 1 ص 64)

ابن عون جو بيان آهي ته حضرت معاويه ﷺ جي زماني ۾ رعيت جو ڪو به ماڻهو اٿي بيهندو هو ۽ کيس چوندو هو ته اي معاويه! تون اسان سان ٺيڪ ٿي وڃ، نه ته اسان توکي سڌو ڪري ڇڏينداسون. حضرت معاويه ﷺ ان کي فرمائيندو هو ته: "پلا ڪهڙي شيءِ سان سڌو ڪندين؟" ته اهو ماڻهو جواب ۾ چوندو هو ته "لٺ سان". پاڻ ان کي چوندو هو ته: "چڱو! پوءِ مان ٺيڪ ٿي ويندس."

(تاريخ اسلام از حافظ ذهبي جلد 2 ص 23)

مشهور تابعي حضرت مسور ﷺ جو واقعو تمام مشهور آهي ته هو شروعات ۾ سندس مخالف هو، پوءِ هو ڪنهن ضرورت لاءِ هن وٽ آيو. پاڻ ان جي ضرورت پوري ڪرڻ کان پوءِ کيس گهرائي فرمايو ته: "ڇا تون اسان کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو رهندو هئين؟" حضرت مسور جواب ڏنو ته: "اي امير المؤمنين! جيڪو ڪجهه ٿيو ان کي وساري ڇڏ." حضرت معاويه ﷺ فرمايو ته نه! اهي سڀ ڳالهيون جيڪي تون منهنجي باري ۾ پرپٺ چوندو هئين، اهي بيان ڪر. حضرت مسور اهي سڀ ڳالهيون دهرائي ڇڏيون، جيڪي هو حضرت معاويه ﷺ جي باري ۾ چوندو هو. حضرت معاويه ﷺ مسڪرائيندي اهي سڀ الزام ٻڌا ۽ انهن جا جواب ڏنا. سندس انهيءَ رويي جو اثر اهو ظاهر ٿيو ته ان واقعي کان پوءِ حضرت مسور ﷺ، جڏهن به حضرت معاويه ﷺ جو ذڪر ڪندو هو ته بهترين لفظن ۾ ڪندو هو ۽ هن لاءِ خير جي دعا گهرندو هو. (تاريخ بغداد از خطيب بغدادي جلد 1 ص 208)

حضرت معاويه ﷺ جي حلم ۽ بردباريءَ جا واقعا تاريخ جي

ڪتابن ۾ پيريا پيا آهن. بد زبان ۽ مخالف ايندا هئا، جهڙي ڳالهہ زبان تي ايندي هين، اهي حضرت معاويہ ﷺ جي سامهون ٿهڪائي ڏيندا هئا. مگر پاڻ بي انتها بردباريءَ کان ڪم وٺندو هو ۽ سندن شڪايتون ٻڌندو هو ۽ سندن تڪليفن کي جيتري حد تائين ممڪن هوندو هو دور ڪندو هو ۽ انهن کي انعام اڪرام بہ ڏيندو هو. ان جو ئي نتيجو هو تہ جڏهن اهي سندس ڪچهري (مجلس) مان اٿندا هئا تہ عاشق ٿي مجلس مان ٻاهر ايندا هئا. خود حضرت معاويہ ﷺ جو قول آهي تہ: ”غصي جي پيئڻ ۾ جيڪو مزو مون کي ملندو آهي، اهو ٻي ڪنهن بہ شيءِ ۾ نہ ملندو آهي.“ (تاريخ طبري جلد2 ص157)

مگر اهو حلم ۽ بردباري ان وقت تائين هوندي هئي، جيستائين دين ۽ سلطنت جي ڪمن کي نقصان نہ پهچندو هو. ان ڪري جيڪڏهن ڪٿي سختي ڪرڻ جو موقعو هوندو هو تہ اتي سختي ڪندو هو ۽ اصولن تي ڪنهن بہ قسم جي سُستي برداشت نہ ڪندو هو. سندس قول آهي تہ: ”اني لا احول بين الناس وبين السنتهم ما لم يحولوا بيننا وبين ملكنا.“ (تاريخ ڪامل از علامہ ابن اثير جلد2 ص5)

ترجمو: مان ماڻهن ۽ انهن جي زبانن جي وچ ۾ ان وقت تائين حائل نہ ٿيندو آهيان، جيستائين اهي اسان جي ۽ اسان جي سلطنت جي وچ ۾ رنڊڪ نہ ٿيڻ لڳن.

اهڙي طرح هڪ ٻئي موقعي تي حضرت معاويہ ﷺ ”اصول سياست“ بيان ڪندي فرمائي ٿو تہ: جتي منهنجو ڪوڙو ڪم ڏيندو آهي، اتي تلوار ڪم نہ آڻيندو آهيان. جتي زبان ڪم ڪندي آهي، اتي ڪوڙو ڪم ۾ نہ آڻيندو آهيان ۽ جيڪڏهن منهنجي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ وار برابر تعلق بہ قائم هوندو آهي تہ ان کي ختم ٿيڻ نہ ڏيندو آهيان. جڏهن ماڻهو ان کي ڇڪيندا آهن تہ مان ان کي ڍر ڏيئي ڇڏيندو آهيان ۽ جڏهن اهي ڍر ڏيندا آهن تہ مان ڇڪي وٺندو آهيان.

# معاف ڪرڻ ۽ حسنِ اخلاق

الله تعاليٰ حضرت معاويہ ﷜ کي ٻين سهڻين وصفن سان گڏوگڏ حسنِ سلوڪ، برداشت (سهپ) ۽ معاف ڪرڻ جي اعليٰ صفتن سان بہ نوازيو هو. هن کان اڳ ۾ اسان بيان ڪري چڪا آهيون تہ مخالف ۽ جاهل حضرت معاويہ ﷜ وٽ ايندا هئا ۽ بد تميزيءَ سان پيش ايندا هئا، پر پاڻ بلند حوصلي کان ڪم وٺندي انهن کي معاف ڪري ڇڏيندو هو. ان سلسلي ۾ هڪ عجيب وغريب واقعي جو ذڪر ڪرڻ غير ضروري نہ ٿيندو. جنهن مان حضرت معاويہ ﷜ جي صبر ۽ تحمل، جان نثاري ۽ اطاعتِ رسول تي تمام سٺي روشني پوي ٿي.

واقعو هي آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جي زندگي مبارڪ ۾ وائل بن حجر جيڪو "حضرموت" جي بادشاھہ جو پٽ هيو سائين جن جي خدمت ۾ اسلام قبول ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ڪجھہ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ مهمان ٿي رهيو. جڏهن هو واپس ٿيڻ لڳو تہ حضور جن، حضرت معاويہ ﷜ کي ڪنهن ضرورت جي ڪري هن سان ساڻ ڪري ڇڏيو. وائل بن حجر ﷜ اُٺ تي سوار ۽ حضرت معاويہ ﷜ پيادل هو. حضرت وائل خانداني شهزادو هو ۽ تازو اسلام قبول ڪيو هئائين، ان ڪري سندس دماغ مان شهزادائپ وارو هٺ اڃان نہ نڪتو هو. تنهنڪري هن حضرت معاويہ ﷜ کي پاڻ سان گڏ اُٺ تي ويهارڻ پسند نہ ڪيو. چنانچہ حضرت معاويہ ﷜ هن سان گڏ پيادل روانو ٿيو. ڪجھہ مفاصلي تائين تہ حضرت معاويہ ﷜ پنڌ هلندو رهيو مگر عربستان جي وارياسي رڻ پٽ جي گرمي الله پناھہ ڏيا جڏهن پير تتل واريءَ تي هلندي سڙڻ لڳس تہ تنگ ٿي حضرت وائل ﷜ سان گرميءَ جي شڪايت ڪندي ڪيس چوڻ لڳو تہ "اي شهزادا! سخت گرميءَ سبب منهنجا پير پچري رهيا آهن، مهرباني ڪري مون کي بہ پاڻ سان گڏ اٺ تي سوار ڪر." مگر هو بادشاهي

آڪڙ سبب چوڻ لڳو تہ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ مان توڪي پاڻ سان گڏ سوار ڪريان! تون انهن ماڻهن منجهان نہ آهين، جيڪي شهزادي سان گڏ سوار ٿي سگهندا هجن.

حضرت معاويہ ﷛ سندس اهو رکو جواب ٻڌي وري ڪيس چيو تہ ”چڱو ڀلا! جيڪڏهن تون مون کي پاڻ سان گڏ اُٺ تي سوار ڪرڻ نٿو چاهين تہ ڪم از ڪم مون کي پنهنجي جتي ئي ڏي تہ جيئن واريءَ جي گرمي کان ڪجهہ بچي سگهان.“ مگر هن ان کان بہ انڪار ڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ تنهنجي لاءِ ايترو ئي شرف ڪافي آهي جو منهنجي اٺ جو جيڪو پاڇو زمين تي پئجي رهيو آهي، ان تي پير رکندو هل. قصو مختصر تہ هن حضرت معاويہ ﷛ کي نہ پاڻ سان گڏ اٺ تي سوار ڪيو نہ وري هن کي پنهنجي جتي پائڻ لاءِ ڏني. حضرت معاويہ ﷛ سمورو رستو بنا جتيءَ جي پيادل طئي ڪيو. ظاهر آهي تہ حضرت معاويہ ﷛ خانداني اعتبار کان ڪو گهٽ مرتبي وارو تہ نہ هو. حضرت معاويہ ﷛ قريش قبيلي جي سردار جو پٽ هو پر پيغمبر پاڪ ﷺ جي حڪم جي اطاعت لاءِ پيشانيءَ ۾ گهنڌ وجهڻ کان سواءِ بنا جتي پائڻ جي شهزادي سان گڏ پيرين اگهاڙو هلندو رهيو.

مگر اهو ئي وائل بن حجر ﷛، حضرت معاويہ ﷛ وٽ ڪنهن ضرورت جي سلسلي ۾ ان وقت اچي ٿو، جڏهن هو ساري اسلامي سلطنت جو خليفو بڻجي چڪو هو. حضرت معاويہ ﷛، وائل بن حجر ﷛ کي سڃاڻي ٿو ۽ اهو سارو واقعو سندس اکين آڏو ڦري اچي ٿو مگر ان جي باوجود هو سڀ ڪجهہ وساري هن جي ڀرپور مهمان نوازي ڪري ٿو ۽ ساڻس انتهائي عزت ۽ مان مرتبي وارو برتاءُ ڪري ٿو ۽ سندس ضرورت بہ پوري ڪري ٿو. هن واقعي مان حضرت معاويہ ﷛ جي خوش اخلاقي، بلند حوصلائپ ۽ درگذر ڪرڻ واري سهڻي خصلت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. (تاريخ ابن خلدون جلد2 ص835 طبع بيروت)

## پيغمبر پاڪ ﷺ سان عشق

حضرت معاويہ ﷛ کي حضور اڪرم ﷺ سان گهرو تعلق ۽ عشق هو. هڪ دفعي کيس خبر پئي تہ بصري ۾ هڪ شخص آهي، جيڪو صورت ۾ نبي ڪريم ﷺ سان تمام گهڻي مشابهت ۽ مماثلت رکي ٿو. پاڻ بصري جي گورنر کي خط لکيائين تہ: "ان شخص کي تمام جلدي عزت ۽ احترام سان مون ڏانهن روانو ڪر." ان شخص کي نهايت عزت ۽ احترام سان دار الخلافت دمشق آندو ويو. حضرت معاويہ ﷛ اڳتي وڌي سندس استقبال ڪيائين، هن جي پيشانيءَ تي بوسو ڏنائين ۽ کيس جهجهي انعام ۽ شاهي پوشاڪ سان نوازي بصري ڏانهن موڪليائين. (الحجر ص47)

انهيءَ عشق نبوي ﷺ جي بنياد تي حضرت معاويہ ﷛، حضور پاڪ ﷺ جا ڪٽيل ننهن مبارڪ، هڪ چادر مبارڪ ۽ وار مبارڪ حفاظت سان سانڍي پاڻ وٽ رکيا هئائين، جن جي متعلق وفات وقت وصيت ڪيائين تہ انهن کي منهنجي نڪ، ڪنن ۽ اکين ۾ رکي مون کي دفنائجو. (تاريخ ڪامل از ابن اثير جلد4 ص3)

اهڙي طرح اها چادر جيڪا پيغمبر پاڪ ﷺ، حضرت ڪعب بن زهير ﷛ کي سندس قصيدو "بانت سُعاد" ٻڌي عطا فرمائي، حضرت معاويہ ﷛، ڪعب ﷛ کي ڪثير رقم ڏيئي اها ان کان حاصل ڪئي.

رسول الله ﷺ سان اهڙي تعلق جي ڪري حضرت معاويہ ﷛ جي عادتن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي عادتن جي جهلڪ بہ نظر ايندي هئي. حضرت ابودرداء ﷛ کان روايت آهي تہ: "مان نماز پڙهڻ ۾ ڪنهن کي حضور پاڪ ﷺ سان ايتري مشابهت ۾ نہ ڏٺو جيترو حضرت معاويہ ﷛، پيغمبر پاڪ ﷺ سان مشابهت رکندو هو."

(مجمع الزوائد ومنبع الفوائد جلد9 ص357)

اهو ئي عشقِ رسول هيو جنهن ڪري حضرت معاويہ ﷛، حضور اڪرم ﷺ جي هر قول ۽ فعل کي دل وجان سان قبول ڪندو هو.

حضرت جبلہ بيان ڪري ٿو تہ هڪ دفعي مان حضرت معاويہ ﷛ جي خلافت واري زماني ۾ هن وٽ ويس، ڇا ڏسان تہ سندس ڳچيءَ ۾ هڪ رسي پيل آهي، جنهن کي هڪ ٻار ڇڪي رهيو آهي ۽ پاڻ ان سان کيڏي رهيو آهي. (مان اهو منظر ڏسي دنگ رهجي ويس ۽ حيرت منجهان) پڇا ڪيم تہ يا امير المؤمنين! اوهان هي ڇا ڪري رهيا آهيو؟ حضرت معاويہ ﷛ وراڻيو تہ: اي بي وقوف! خاموش رهہ. مان حضور انور ﷺ کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن وٽ ٻار هجي تہ اهو بہ ٻارن جهڙيون حرڪتون ڪندو رهي تہ جيئن ٻار خوش ٿي وڃي. (تاريخ الخلفاء از علامہ جلال الدين سيوطي ص154)

## اطاعتِ رسول ﷺ

اطاعتِ رسول ﷺ جو هڪ نادر ۽ ناياب واقعو آهي، جيڪو مشڪواة شريف ۾ نقل ٿيل آهي تہ حضرت معاويہ ﷛ ۽ رومين جي وچ ۾ هڪ دفعي صلح جو معاهدو ٿيو هو. صلح جي مدت دوران حضرت معاويہ ﷛ پنهنجن فوجن کي روم جي سرحدن جي ويجهو گڏ ڪندو رهيو. مقصد اهو هو تہ جيئن ئي معاهدي جي مدت ختم ٿيندي تہ يڪدم مٿن حملو ڪيو ويندو. رومي عملدار ان خيال ۾ هوندا تہ هاڻي تہ اڃان مدت مس ختم ٿي آهي، ايترو جلدي مسلمانن جو اسان تائين پهچڻ ممڪن نہ آهي. تنهنڪري هو حملي جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ذهني طرح تيار نہ هوندا ۽ اهڙيءَ طرح فتح آسان ٿي ويندي. مطلب تہ اهڙيءَ ئي طرح ٿيو ۽ جيئن ئي مدت پوري ٿي، حضرت معاويہ ﷛ ڀرپور قوت سان رومين مٿان حملو شروع ڪري ڏنو. رومي ان اچانڪ ۽ اوچتي حملي جو مقابلو نہ ڪري سگهيا ۽ شڪست کائي پوئتي هٽڻ لڳا. حضرت معاويہ ﷛ روم جو علائقو فتح ڪندو اڳتي وڌندو پئي ويو تہ

هڪ اصحابي حضرت عمرو بن عبسہ رضي الله عنه، پري کان پڪاريندو آيو: ”وفاءٌ لا غدرٌ.“ يعني مؤمنن جو شيوو وفا آهي، غداري ۽ خيانت نہ آهي. حضرت معاويہ رضي الله عنه ان اصحابيءَ کان پڇيا ڪئي تہ ڇا ڳالهہ آهي؟ هو چوڻ لڳو تہ: مان نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ: ”جڏهن ٻن قومن جي وچ ۾ صلح جو معاهدو ٿئي تہ ان معاهدي جي مدت ۾ نہ تہ ڪائي ڏر عهد کولي، نہ ئي ٻڌي“ (يعني ان ۾ ڪوئي تغير (تبديلي، ڦيرڦار) نہ ڪري، ايستائين جو معاهدي واري مدت پوري ٿي وڃي)

حضرت عمرو بن عبسہ رضي الله عنه جو مقصد اهو هو تہ هن حديث مطابق جنگ بندي دوران جهڙي طرح حملو ڪرڻ ناجائز آهي، تهڙي طرح دشمن جي خلاف فوجن کي وٽي روانو ٿيڻ يا فوجن کي ڪنهن چرپر ۾ آڻڻ ناجائز ۽ حرام آهي. جڏهن حضرت معاويہ رضي الله عنه، پيغمبر پاڪ صلى الله عليه وسلم جو اهو فرمان مبارڪ ٻڌو تہ حڪم ڏنائين تہ يڪدم فوجون واپس ڪيون وڃن. حضرت معاويہ رضي الله عنه جي حڪم مطابق سمورو لشڪر واپس ٿي ويو ۽ جيڪو علائقو مسلمانن فتح ڪيو هو، ان کي بہ خالي ڪيو ويو.

(مشڪواة المصابيح ص374، سنن ابوداؤد ۽ جامع ترمذي)

عهدنامي جي پاسداريءَ جو هي حيرت انگيز مثال شايد ئي ڪنهن ٻي قوم وٽ هجي، جو عين اهڙي وقت جڏهن تہ سڄي فوج فتح جي نشي ۾ مخمور هجي، صرف هڪڙي جملي ٻڌڻ سان سموري علائقي کي خالي ڪرڻ جو حڪم ڏيئي ڇڏجي ۽ لشڪر جو هڪ هڪ فرد بنا ڪنهن حيلي بهاني جي، بنا ڪنهن دير ڪرڻ جي جلدي موٽي وڃي.

اهڙيءَ طرح هڪ دفعي حضرت ابو مريم رضي الله عنه، حضرت معاويہ رضي الله عنه وٽ ويو. حضرت معاويہ رضي الله عنه هن کان پڇا ڪئي تہ يا حضرت! ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟ هو چوڻ لڳو تہ مان هڪ حديث ٻڌي آهي،

جيڪا اوهان کي ٻڌائڻ آيو آهيان. حضرت معاويہ ﷺ هن کي چيو تہ پل ٻڌاءِ. هن وراڻيو تہ اها حديث هن طرح آهي. مان نبي ڪريم ﷺ کي هي چوندي ٻڌو. پاڻ سڳورا ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ: ”جنهن شخص کي الله تعاليٰ مسلمانن مٿان مقرر ڪيو (يعني حڪمران بنايو) ان مسلمانن ۽ پنهنجي وچ ۾ پردا حائل ڪري ڇڏيا تہ الله تعاليٰ بہ ان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ پردا حائل ڪري ڇڏيندو.“ حضرت ابو مريم ازدي وڌيڪ بيان ڪري ٿو تہ: حضرت معاويہ ﷺ مون کان جيئن ئي اها حديث ٻڌي تہ يڪدم هي حڪم ڏنو تہ هڪ ماڻهو مقرر ڪيو وڃي، جيڪو پبلڪ جون ضرورتون سندس سامهون بيان ڪري.

(البدايه والنهايه جلد8 ص126)

## خشيتِ الاهي (الله تعاليٰ جو خوف)

حضرت معاويہ ﷺ جي باري ۾ اهڙا ڪيترا ئي واقعا تاريخ جي ڪتابن ۾ ملن ٿا، جن مان هن جي خوف، ڊپ ۽ آخرت جي فڪر جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. حضرت معاويہ ﷺ قيامت جي حساب ڪتاب جي پڇ کان هميشہ ڏڪندو رهندو هو ۽ ان جا عبرت آموز واقعا ٻڌي ڏاڍو رئندو هيو. (تاريخ اسلام از شاه معين الدين احمد ندوي جلد2 ص43)

علامہ ذهبي پنهنجي تاريخ ۾ نقل ڪيو آهي تہ حضرت معاويہ ﷺ هڪ جمعي تي دمشق جي جامع مسجد ۾ خطبو ڏيڻ آيو ۽ فرمايائين تہ:

”ان المال مالنا والفيء فيئنا من شئنا اعطينا ومن شئنا منعنا.“ (تاريخ اسلام شاهہ معين الدين ندوي جلد2 ص43 اعظم ڳڙهہ)

ترجمو: جيڪو ڪجهہ مال آهي اهو سڀ اسان جو آهي ۽ جيڪو ڪجهہ غنيمت جو مال آهي، اهو بہ صرف اسان جو آهي، اسان جنهن کي چاهينداسون ڏينداسون ۽ جنهن کان چاهينداسون، روڪي ڇڏينداسون.

حضرت معاويہ ﷺ اها ڳالهہ چئي پر ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو

ڄٽڪ ڪا ڳالھ ٿي ئي نہ هئي. ٻيو جمعو آيو تہ پاڻ وري ساڳي ڳالھ دهرايائين، وري بہ ڪنهن جواب نہ ڏنو ۽ خاموشي برقرار رهي. ٽيون جمعو آيو، حضرت معاويہ ﷺ وري اهو ئي ساڳيو جملو فرمايو تہ هڪ ماڻهو اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو:

”هرگز نہ ! بلڪہ مال اسان جو آهي ۽ غنيمت جو مال بہ اسان جو آهي. جيڪو اسان جي ۽ ان جي وچ ۾ رنڊڪ بڻبو، اسان تلوارن جي ذريعي الله تائين ان جو فيصلو ڪٽي ويندا سون.“

حضرت معاويہ ﷺ سندس اهي الفاظ ٻڌي منبر تان هيٺ لهي آيو ۽ ان شخص کي مسجد جي پرسان هڪ وڏي هال ۾ اندر وٺي ويو. اهو صورتحال ڏسي ماڻهن ۾ چوٻول پئجي ويو ۽ لڙ مچي ويو. حضرت معاويہ ﷺ جڏهن ماڻهن جو آواز ٻڌو تہ حڪم ڏنائين تہ هال جا سمورا دروازا کوليا وڃن ۽ ماڻهن کي اندر اچڻ ڏنو وڃي. ماڻهو جڏهن اندر ويا تہ ڇا ڏسن تہ اهو ماڻهو خليفي صاحب سان گڏ ويٺو آهي.

حضرت معاويہ ﷺ ماڻهن کي مخاطب ٿيندي فرمايو تہ: ”الله تعاليٰ هن شخص کي وڏي ڄمار ڏئي، هن مون کي زنده ڪري ڇڏيو. مان نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو تہ: مون کان پوءِ ڪجهہ حڪمران اهڙا ايندا جيڪي (غلط) ڳالھ چوندا ۽ انهن تي اعتراض نہ ٿيندو ۽ اهڙا حڪمران جهنم ۾ ويندا. اهو ئي سبب آهي جو مان اها ڳالھ پهرئين جمعي تي چئي ۽ ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو تہ مان ڊنم تہ ڪٿي مان انهن حڪمرانن منجهان نہ ٿي وڃان. وري ٻيو جمعو آيو ۽ ان ۾ بہ اهو ئي واقعو پيش آيو تہ مون کي اڃان بہ وڌيڪ فڪر ٿيو ايستائين جو ٽيون جمعو آيو ۽ هن شخص منهنجي ڳالھ جو جواب ڏنو ۽ مون کي ٽوڪيو تہ مون کي اميد ٿي تہ مان انهن حڪمرانن منجهان نہ آهيان.

(تاريخ اسلام از حافظ ذهبي جلد2 ص321 ۽ 322)

## سادگي، درويشي ۽ بي نيازي

حضرت معاويہ ﷛ جي مخالفن ان ڳالهہ جي پروپيگنڊا وڏي پيماني تي ڪئي آهي تہ حضرت معاويہ ﷛ هڪ دنيادار انسان هو، جڏهن تہ اصل حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ آهي. حضرت ابو مجلز ﷛ کان روايت آهي، هو فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي حضرت معاويہ ﷛ کي ڪنهن مجلس ۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيو. اتي جيڪي ماڻهو موجود هئا، اهي سندس عزت خاطر اٿي بيٺا پر هن ان ڳالهہ کي ناپسند ڪيو ۽ فرمائڻ لڳو: ”ائين نہ ڪندا ڪريو ڇوتہ مان پاڪ پيغمبر ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص ان ڳالهہ کي پسند ڪندو هجي تہ ماڻهو ان جي لاءِ اٿي بيهن تہ اهو پنهنجي جاءِ جهنم ۾ بنائي ڇڏي.“
(مسند امام احمد جلد22 ص357)

سندس سادگيءَ جي حالت اها هئي جو يونس بن ميسره جو بيان آهي تہ مان حضرت معاويہ ﷛ کي دمشق جي بازارن ۾ ڏٺو تہ سندس بدن تي ڇتين لڳل قميص پيئي هئي ۽ پاڻ دمشق جي بازارن ۾ چڪر لڳائي رهيو هو.

اهڙي طرح هڪ دفعي ماڻهن حضرت معاويہ ﷛ کي دمشق جي جامع مسجد ۾ خطبو ڏيندي ڏٺو تہ سندس ڪپڙن تي ڇتيون لڳل هيون. (البدايه والنهايه جلد8 ص134 ۽ 135)

هي تہ سندس فطري سادگي ۽ بي نيازيءَ جو احوال هيو مگر شام جي گورنريءَ دوران حضرت معاويہ ﷛ ظاهري شان شوڪت جا طريقا بہ اختيار ڪيا. ان جو سبب هي هيو تہ اهو علائقو سرحدي علائقو هو. هو چاهي پيو تہ ڪافرن جي دلين مٿان مسلمانن جي شان شوڪت ۽ ٺٺ ٺانگر جو دٻدٻو قائم رهي. شروعات ۾ حضرت عمر فاروق ﷛ کي اهو شان شوڪت ناپسند لڳو ۽ ان بابت حضرت عمر

ﷺ، حضرت معاويہ ﷺ ڪان پڇاڻو ہ ڪيو پر پاڻ ان جو سبب ٻڌائيندي چيائين تہ: ”اي امير المؤمنين! اسان هڪ اهڙي سرزمين ۾ آهيون جتي دشمن جا جاسوس وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. تنهنڪري انهن تي رعب وجهڻ لاءِ هيءُ ظاهري شان ۽ شوڪت ڏيکارڻ ضروري آهي. هن ۾ اسلام ۽ اهلِ اسلام جي ہ عزت آهي. ان موقعي تي حضرت عبدالرحمان بن عوف ﷺ بہ حضرت عمر فاروق ﷺ سان گڏ هو. ان حضرت معاويہ ﷺ جو دانشمندانہ ۽ حڪيمانہ جواب ٻڌي چيو تہ: ”اي امير المؤمنين! ڏسو ڪهڙي تہ بهترين طريقي سان پنهنجو پاڻ کي الزام کان بچائي ڇڏيو.“ حضرت عمر فاروق ﷺ جواب ڏنو تہ ان ڪري تہ اسان ان جي ڪلهن تي هي وڏو ڳورو بار وڌو آهي.

(البدايه والنهايه جلد8 ص123 ـ 125)

## علم ۽ فقهي ڄاڻ

الله تعاليٰ حضرت معاويہ ﷺ کي ديني علمن ۾ مڪمل مهارت ۽ ڪامل عبور عطا ڪيو هو. مشهور مؤرخ ابن حزم لکي ٿو تہ: حضرت معاويہ ﷺ جو شمار انهن اصحابن ۾ ٿئي ٿو جيڪي فتويٰ ڏيندا هئا. (جوامع السيرت از ابن حزم ص320) علامہ ابن حجر ﷺ، حضرت معاويہ ﷺ کي اهڙن اصحابن جي وچين طبقي ۾ شمار ڪيو آهي، جيڪي شرعي مسئلن ۾ فتويٰ ڏيندا هئا.

(الاصابه في تمييز الصحابه از ابن حجر جلد1 ص22)

حضرت ابن عباس ﷺ، حضرت معاويہ ﷺ جي متعلق فرمائيندو هو تہ ”انه فقيه“ حضرت معاويہ ﷺ بيشڪ فقيہ آهي. حضرت معاويہ ﷺ کان پيغمبر پاڪ ﷺ جون هڪ سؤ ٽيهٺ (163) حديثون روايت ٿيل آهن.

(تاريخ الخلفاء از علامہ جلال الدين سيوطي ص149)

حضرت معاويہ ﷛ کان روايت ڪرڻ وارن ۾ حضرت ابن عباس، حضرت انس بن مالڪ، حضرت معاويہ بن خديجہ، حضرت عبدالله بن زبير، حضرت سائب بن يزيد، حضرت نعمان بن يزيد، حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنهم اجمعين جهڙا صحابي ۽ محمد بن سيرين، سعيد بن المسيب، علقمہ بن وقاص، ابو ادريس خولاني ۽ عطيہ بن قيس رحمهم الله جهڙا تابعي شامل آهن.

(الفهرست از ابن نديم ص132)

حضرت معاويہ ﷛ اعليٰ پائي جو خطيب هو ۽ هن جا ڏنل خطبا عربي ادب ۾ هڪ ممتاز حيثيت رکن ٿا. اهڙي طرح سندس حڪيمانہ اقوال (يعني حڪمت ڀريا قول) نهايت اهميت جوڳا آهن ۽ علم ۽ حڪمت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

حضرت معاويہ ﷛ پنهنجي حڪمراني واري دور ۾ علم ۽ حڪمت جي سرپرستي ڪئي. تاريخ اسلام ۾ سندس دور تائين تاريخ تحريري شڪل ۾ موجود نہ هئي. سڀ کان پهريائين حضرت معاويہ ﷛ ان زماني جي هڪ ممتاز مؤرخ عبيد بن شريہ کان قديم تاريخ جا داستان، عجمي بادشاهن جو احوال، ٻولين جي شروعات ۽ انهن جي پکڙجڻ جي تاريخ ڪتابي صورت ۾ لکرائي. اهو مسلمانن ۾ تاريخ جو سڀ کان پهريون ڪتاب آهي.

## خوش طبعي

حضرت معاويہ ﷛ خوش طبع ۽ خوش خلق انسان هو. تمام گهٽ درجي وارو ماڻهو بہ هن سان بنا ڪنهن ڊپ ۽ خوف جي ملندو هو ۽ ڪانئس هر قسم جي ضرورت پوري ڪرڻ جي فرمائش ڪندو هو. جيڪڏهن اها فرمائش پوري ٿيڻ جوڳي هوندي هئي تہ پوري ڪندو هو، نہ تہ کلي ڪري ٽاري ڇڏيندو هو.

هڪ دفعي هڪ شخص حضرت معاويہ ﷺ وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ: ”يا خليفة المسلمين! مان پنهنجي لاءِ هڪ گهر ناهي رهيو آهيان، توهان ان ۾ منهنجي مدد ڪريو ۽ ٻارهن هزار ڪجين جا ٽڙ مون کي عطا ڪيو.“ هن ڪانئس پڇا ڪئي تہ تنهنجو گهر ڪٿي آهي؟ چوڻ لڳو تہ بصري ۾. خليفي هن کان پڇيو تہ ان گهر جي ڊيگهہ ۽ ويڪر ڪيتري آهي؟ چوڻ لڳو تہ ٻہ فرسخ (اٽڪل ساڍا نو ڪلوميٽر) ڊيگهہ ۽ ٻہ فرسخ ويڪر آهي. حضرت معاويہ ﷺ سندس اها ڳالهہ ٻڌي مزاحيہ انداز ۾ فرمايو تہ:

لا تقل داری بألبصرة ولٰکن قل البصرة فی داری.

ترجمو: ائين نہ چؤ تہ تنهنجو گهر بصري ۾ آهي. بلڪ هيئن چؤ تہ بصرو منهنجي گهر ۾ آهي.

(البدايه والنهايه از حافظ ابن ڪثير جلد8 ص141)

## وفات

حضرت معاويہ ﷺ جي ساري زندگي علم ۽ عمل جي زندگي هئي. هن ڪان جيترو ٿي سگهيو مسلمانن ۽ عوام جي اصلاح ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪيو ۽ ان لاءِ پنهنجي سموري زندگي وقف ڪري ڇڏيائين. مگر ان جي باوجود مخالف جڏهن مٿس بي بنياد الزام لڳائيندا هئا ۽ ڪيس طرحين طرحين اعتراضن جو نشانو بڻائيندا هئا تہ هن کي ان ڳالهہ جو تمام گهڻو ڏک ٿيندو هو. حضرت معاويہ ﷺ کان پڇيو ويو تہ يا حضرت! اوهان جلد ڪراڙا ٿي ويؤ؟ تہ جواب ۾ فرمايائين: ”ڇو نہ ڪراڙو ٿيان؟ جڏهن مان ڏسندو آهيان تہ منهنجي مٿان بدتميز جٽ ۽ جاهل ويٺو هوندو آهي، جيڪو مون تي قسمين قسمين اعتراض ڪندو آهي. جيڪڏهن مان سندس اعتراضن جا ٺيڪ ٺيڪ جواب ڏيندو آهيان تہ تعريف جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، جو هو منهنجي ڪا

تعريف ڪري، پر جيڪڏهن جواب ڏيڻ ۾ مون کان ڪا ٿوري گهڻي غلطي ٿي ويندي آهي ته اها ڳالهه سڄي ملڪ ۾ ڦهلائي ويندي آهي.“
(البدايه والنهايه جلد8 ص140)

سن سٺ هجريءَ ۾ جڏهن حضرت معاويه ﷺ عمر جي اٺهترين (78) سال ۾ پير پاتو ته سندس طبيعت ناساز ٿي پيئي ۽ پوءِ طبيعت بگڙندي وئي ۽ اها طبيعت جي خرابي آخرڪار ”مرض الموت“ ۾ تبديل ٿي وئي. ان ئي مرض دوران پاڻ هڪ خطبو ڏنائين، جيڪو سندس زندگيءَ جو آخري خطبو هو. ان خطبي ۾ بين ڳالهين کان سواءِ هي پڻ فرمايائين:

ايها الناس! ان من زرع قد استحصد وانى قد وليتكم ولن يليكم احد خير منى وانما يليكم من هو شر منى كما كان من وليكم قبلى خيرًا منى.

ترجمو: اي انسانؤ! ڪجهه پوکون اهڙيون آهن، جن جي ڪٽجڻ (لٽجڻ) جو وقت قريب اچي چڪو آهي. مان اوهان جو امير (حڪمران) هيس. منهنجي وڃڻ کان پوءِ مون کان وڌيڪ بهتر ڪوئي امير نه ايندو. جيڪو ايندو اهو مون کان ويل ئي هوندو. جهڙي طرح مون کان اڳ ۾ جيڪي امير آيا، اهي مون کان بهتر هئا.
(البدايه والنهايه جلد8 ص141)

ان وصيت ڪرڻ کان پوءِ سندس مرض وڌندو ويو. تانجو دار الخلافت دمشق ۾ 27 رجب سن 60 هجريءَ جو علم، حلم ۽ تدبر جو هي روشن سج هميشه لاءِ غروب ٿي ويو.
(تاريخ ابن خلدون جلد3 ص42 طبع بيروت)

اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيۡهِ رٰجِعُوۡنَ ○

حضرت معاويه ﷺ جي جنازي نماز حضرت ضحاڪ بن قيس

ﷺ پڙهائي ۽ دمشق ۾ ”باب الصغير“ وٽ ڪيس سپردِ خاڪ ڪيو ويو. صحيح قول مطابق فوت ٿيڻ وقت حضرت معاويہ ﷺ جي عمر اٺهتر (78) سال هئي. (الاستيعاب تحت الاصابه جلد3 ص378)

علامہ ابن اثير پنهنجي تاريخ ”ڪامل“ ۾ نقل ڪيو آهي تہ هڪ دفعي عبدالملڪ بن مروان، حضرت معاويہ ﷺ جي قبر جي ويجهو گذريو تہ بيهي رهيو ۽ ڪافي دير تائين بيٺو رهيو ۽ دعاءِ خير ڪندو رهيو. هڪ ماڻهو پڇا ڪئي تہ يا خليفة المسلمين! هي ڪنهن جي قبر آهي؟ عبدالملڪ جواب ڏنو:

قبر رجل كان والله فيما علمته ينطق عن علم ويسكت عن حلم. اذا اعطى اغنى واذا حارب افنى ثم عجل له الدهر ما اخره لغيره ممن بعده هٰذا قبر ابى عبدالرحمٰن معاوية.

ترجمو: هي ان شخص جي قبر آهي جيڪو ڳالهائيندو هو تہ علم ۽ تدبر سان ڳالهائيندو هو ۽ جيڪڏهن خاموش رهندو هو تہ حلم ۽ بردباريءَ جي ڪري خاموش رهندو هو جنهن کي ڏيندو هو تہ ان کي امير ڪري ڇڏيندو هو، جنهن سان وڙهندو هو تہ ان کي برباد ڪري ڇڏيندو هو. (تاريخ ڪامل جلد4 ص5)

## حضرت معاويہ ﷺ جي دور حڪومت تي هڪ شيعي مؤرخ جو تبصرو

هن ڪتاب جي آخر ۾ هن تبصري کي نقل ڪرڻ غير مناسب نہ ٿيندو، جيڪو ستين صدي هجري (تيرهين صدي عيسوي) جي مشهور مؤرخ ”ابن طباطبا“ پنهنجي تاريخي ڪتاب ”الفخري“ ۾ حضرت معاويہ ﷺ ۽ سندس دور حڪومت متعلق ڪيو آهي. هن تبصري جي اهميت ۽ افاديت ان ڪري بہ زياده آهي جو هي تبصرو اهڙي مؤرخ

(تاريخدان) ڪيو آهي، جيڪو شيعو آهي ۽ اثنا عشري فرقي سان سندس تعلق آهي. جيتوڻيڪ هن تبصري ۾ ڪٿي ڪٿي ابن طباطبا جانبداريءَ کان ڪم ورتو آهي، مگر مجموعي حيثيت سان ان ۾ تعصب گهٽ ۽ حقيقت جو عنصر وڌيڪ غالب آهي. الفخري جو مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

(حضرت) معاويہ ﷛ دنيوي معاملن ۾ تمام گهڻو دانا، عقلمند ۽ عالم فاضل انسان هو. تحمل ۽ دبدبي وارو حڪمران هو. سياست ۾ کيس ڪمال حاصل هو ۽ زماني جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي کيس وڏي ڏات حاصل هئي. فصيح ۽ بليغ هو. بردباريءَ جي موقعي تي بردباري ۽ سختيءَ جي موقعي تي سختي ڪندو هو، ليڪن سندس طبع مٿان بردباري غالب هيس. بيحد سخي هو مال خوب ورهائيندو هو. اقتدار (حڪومت) کي پسند ڪندو هو، بلڪ ان سان دلچسپي هيس. رعيت جي معزز ماڻهن کي انعامن سان نوازيندو رهندو هو، ان ڪري قريشن جا معزز ماڻهو مثال طور عبدالله بن عباس، عبدالله بن زبير، عبدالله بن جعفر طيار، عبدالله بن عمر، عبدالرحمان بن ابوبڪر، ابان بن عثمان رضي الله عنهم اجمعين ۽ ابو طالب جي خاندان جا ٻيا ماڻهو ڏکيو سفر طئي ڪري دمشق ويندا هئا. (حضرت) معاويہ ﷛ سندن گرم جوشيءَ سان آڌرڀاءُ ڪندو هو، پُر تڪلف دعوتن کارائڻ کان سواءِ انهن جون مالي ۽ ٻيون ضرورتون پوريون ڪندو هو. اهي بزرگ هميشہ معاويہ ﷛ سان تلخ گفتگو ڪندا هئا ۽ نهايت اڏنگي انداز سان ساڻس پيش ايندا هئا، ليڪن معاويہ ﷛ ڪڏهن تہ ان کي خوش طبعيءَ سان ٽاري ڇڏيندو هو ۽ ڪڏهن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيندو هو. جڏهن انهن معززين کي رخصت ڪندو هو تہ وڏا قيمتي تحفا ۽ انعام اڪرام ڏيئي روانو ڪندو هو.

هڪ دفعي (حضرت) معاويہ ﷛ مديني جي انصاريءَ ڏانهن پنج سؤ دينار يا درهم سوکڙي طور موڪليا. انصاري ان رقم کي گهٽ سمجهيو ۽ پنهنجي پٽ کي چيائين تہ هيءَ رقم کڻي وڃ ۽ معاويہ جي منهن تي هڻي واپس ڪر. پوءِ ان کي قسم ڏيئي چيائين تہ جيئن مان توکي چوان ٿو اهڙي طرح ان تي عمل ڪر. سندس پٽ اها رقم کڻي (حضرت) معاويہ وٽ پهتو ۽ کيس چيائين تہ:

”اي امير المؤمنين! منهنجو والد سڱورو سخت طبيعت جو مالڪ آهي ۽ تڪڙو بہ آهي. ان قسم ڏيئي هي حڪم ڏنو آهي ۽ مان ان جي ابتڙ ڪرڻ جي طاقت نٿو رکان.“ اهو ٻڌي (حضرت) معاويہ پنهنجي منهن تي هٿ رکيو ۽ کيس چيائين تہ تنهنجي والد صاحب جيڪي ڪجهہ حڪم ڏنو آهي، ان کي پورو ڪر مگر پنهنجي چاچي سان نرمي بہ ڪجانءِ (يعني زور سان نہ هڻجانءِ). اهو نوجوان شرمائجي ويو ۽ رقم اڇلائي ڏنائين. (حضرت) معاويہ رقم ٻيڻي ڪري انصاريءَ کي موڪلي ڏني.

(حضرت) معاويہ جي پٽ يزيد کي جڏهن اها ڳالهہ معلوم ٿي تہ ڪاوڙ ۾ پنهنجي والد وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ: ”توهان بردباريءَ ۾ حد کان وڌيڪ ڪم وٺڻ لڳا آهيو. مون کي انديشو ٿو ٿئي تہ ماڻهو ان ڳالهہ کي توهان جي ڪمزوري ۽ بزدلي نہ سمجهن.“ هن کيس جواب ڏنو تہ ”پٽ! بردباريءَ ۾ نڪا پشيماني جي ڳالهہ آهي، نہ وري ڪا برائيءَ جي. تون پنهنجو ڪم ڪر ۽ مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏي.“

اهڙي قسم جي ڪردار (حضرت) معاويہ ﷛ کي خليفو بڻائي ڇڏيو ۽ مهاجرن ۽ انصارن مان هر اهو شخص سندس آڏو جهڪي ويو، جيڪو پنهنجو پاڻ کي ڪانئس وڌيڪ خلافت جو مستحق (حقدار) سمجهندو هو. (حضرت) معاويہ (﷛) هڪ مدبر انسان هو.

(حضرت) عمر( ﷺ) هڪ دفعي ڀري مجلس ۾ فرمايو هو تہ:

”توهان قيصر وڪسريٰ ۽ ان جي سياست جي تعريف ڪريو ٿا، جڏهن تہ اوهان ۾ معاويہ موجود آهي.“

(حضرت) معاويہ ﷺ ڪيترن ئي حڪومتن جو مربي ۽ ڪيترن ئي علائقن جي سياست هلائڻ وارو ۽ ڪيترن ئي ملڪن جو حڪمران هو.

(حضرت) معاويہ ﷺ پنهنجي حڪومت ۾ ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون بہ ايجاد ڪيون، جيڪي ان کان اڳ ۾ ڪنهن بہ حڪمران نہ ڪيون هيون. مثال طور: هن سڀ کان پهريائين حڪمرانن لاءِ محافظ (Body Guard) مقرر ڪيا، جيڪي انهن جي اڳيان هٿيار تاڻيون ايا بيٺا هوندا هئا ۽ دمشق جي جامع مسجد ۾ هن ئي حجرو تيار ڪرايو، جنهن ۾ حڪمران ۽ فرمانروا ماڻهن کان جدا ٿي ڪري نماز ادا ڪري سگهن.

امير المؤمنين (حضرت علي ﷺ) سان جيڪو ڪجهہ پيش آيو ان جي ئي ڏپ سبب (حضرت) معاويہ ﷺ ائين ڪيو. هن ئي سڀ کان پهريائين ”بريد“ (ٽپال) جو اهو طريقو اختيار ڪيو، جنهن طريقي موجب تيز رفتاريءَ سان خبرون ملي وڃن. ”بريد“ (ٽپال) مان مطلب هي آهي تہ مختلف جڳهن تي نهايت تيز رفتار گهوڙي سوار مقرر ڪيا وڃن تہ جيئن جتي هڪ تيز رفتار خابرو پهچي ۽ ان جو گهوڙو ٿڪجي چڪو هجي تہ ٻيو گهوڙي سوار تازي تواني گهوڙي تي اڳتي روانو ٿي وڃي ۽ اهڙي طرح هڪ چوڪي کان ٻي چوڪي تائين نهايت تيزيءَ سان خبر پهچي وڃي.

(حضرت) معاويہ ﷺ ملڪي معاملن ۾ هڪ نئون ڪاتو ايجاد ڪيو، جنهن کي عربيءَ ۾ ”ديوان خاتم“ چوندا آهن (يعني مهرون

(Stamp) هڻڻ جو ڪاتو). اهو ٻين پروسي جوڳن ڪاتن مان هڪ هو. عباسي گهراڻي تائين اهو طريقو جاري رهيو. پوءِ ختم ڪيو ويو. ”ديوان خاتم“ جو مطلب اهو هو تہ هي هڪ اهڙو ڪاتو هو جنهن ۾ ڪيترا ئي ملازم هوندا هئا. جڏهن ڪنهن معاملي يا مسئلي بابت خليفي جي صحيح سان ڪوئي حڪم جاري ٿيندو هو تہ اهو پهريائين ان ڪاتي ۾ آندو ويندو هو ۽ ان جي هڪ ڪاپي تيار ڪري اتي رکي ويندي هئي ۽ ان کي لاک (Sealing wax) سان سيل مهر ڪيو ويندو هو. ان ڪان پوءِ هن ڪاتي جي اعليٰ آفيسر جي مهر لڳائي ويندي هئي. (حضرت) معاويہ ﷛ دنيوي معاملن کي حل ڪرڻ ۾ هميشہ مشغول رهندو هو. سندس حڪومت نهايت مضبوط هئي ۽ ڏکيا مسئلا حل ڪرڻ هن لاءِ تمام آسان هئا.

عبدالملڪ بن مروان کي ڏسو تہ هو ان مضمون کي کهڙي سهڻي طريقي سان ادا ڪري ٿو. هو جڏهن (حضرت) معاويہ ﷛ جي قبر تي ويو ۽ هن لاءِ دعاءِ خير ڪرڻ لڳو تہ هڪ شخص ڪانئس پڇا ڪئي تہ اي امير المؤمنين! هيءَ ڪنهن جي قبر آهي؟ هن جواب ڏنو تہ: ”جيستائين هن شخص جي باري ۾ منهنجو علم آهي تہ هن قبر وارو مڪمل ڄاڻ ڪان پوءِ ڳالهائيندو هو ۽ بردباري جي ڪري خاموش رهندو هو. جنهن کي ڏيندو هو تہ ان کي غني ڪري ڇڏيندو هو ۽ جنهن سان وڙهندو هو تہ ان کي فنا ڪري ڇڏيندو هو.

(حضرت) عبدالله بن عباس ﷠ جيڪو وڏو نقاد هو، چوي ٿو تہ: ”رياست ۽ حڪومت جي طرف ڏيان ڏيڻ ۾ معاويہ ﷛ ڪان وڌيڪ لائق ۽ فائق مان ٻئي ڪنهن کي نہ ڏٺو.

(الفخري از ابن طباطبا ص129 مطبوعہ اداره ثقافت اسلاميہ لاهور پاڪستان)